# سنڌي ٻولي تحريڪ

(مضمون ۽ مقالا)

مرتب

مهراڻ ملاح

روزينہ جوڻيجو

| | | |
|---|---|---|
| ڪتاب | : | سنڌي ٻولي تحريڪ (مضمون ۽ مقالا) |
| مرتب | : | مهراڻ ملاح ۽ روزينہ جوڻيجو |
| پهريون ڇاپو | : | 2008ع |
| ڇپائيندڙ | : | فينڪس، بوڪس، حيدرآباد |
| ڇاپيندڙ | : | هارون پريس، گاڏي کاتو، حيدرآباد |
| تعداد | : | هڪ هزار |
| قيمت | : | -/100 روپيا |



| | | |
|---|---|---|
| Title | : | Sindhi Boli Jee Tahreek |
| Compiled by | : | Mehran Mallah & Rozina Junejo |
| 1st Edition | : | 2008 |
| Published by | : | Phoenix Books, Hyderabad. |
| Printed by | : | Haroon Press, Gadhi Khata, Hyderabad. |
| Copies | : | One Thousand. |
| Price | : | Rs. 100/- |

## انتساب

سنڌي ٻوليءَ جي گهڙيگهري
سر بارٽل فريئر
جي نانءُ

# فهرست

# ٻوليءَ جي سياست ۽ ٻوليءَ جو جياپو

ٻولي، سماج ۽ سياست جو پاڻ ۾ گهرو ڳانڍاپو هوندو آهي، ۽ پاڪستان جي حڪمرانن ان ڳالهہ کي سمجهنديء ٻوليءَ جي نالي ۾ شروع کان سياست ڪرڻ شروع ڪئي، جنهن کي اسين ٻوليءَ جي سياست چئي سگهون ٿا. ٻوليءَ جي سياست ۾ ٽي نقطا اهم هوندا آهن:

1. ڪنهن بہ ٻوليءَ کي جوڳي اهميت نہ ڏيڻ يعني ادارن جي ڪارگذاري ۽ ملڪي معاملن کي رڳو ڪنهن مخصوص ٻوليءَ ۾ قلمبند ۽ محفوظ ڪرڻ. جيئن هتي اردوءَ کي سنڌي ٻوليءَ جي مٿان فوقيت ڏني وئي.
2. جيڪڏهن ڪنهن بہ ملڪ ۾ هڪ کان وڌيڪ ٻوليون ڳالهايون وڃن ٿيون تہ ان صورت ۾ صرف هڪ ٻوليءَ کي اهميت ڏيڻ جيئن هتي سنڌيء پنجابي،پشتو بلوچي ۽ سرائڪيءَ کي غير اهم سمجهنديء اردوءَ کي پذيرائي ڏني وئي.
3. عددي اقليت جي ٻوليءَ تي، سرڪاري ادارن، خاص ڪري اسڪولن ۾ بندش وجهڻ تہ جيئن ان ٻوليءَ جا ڳالهائيندڙ ملڪي ڌارا ۾ شامل نہ ٿي سگهن ۽ خوشحاليءَ جي وسيلن ۽ ذريعن تائين رسائي حاصل نہ ڪري سگهن.

هاڻي انهن ٽنهي نقطن کي ذهن ۾ رکي، پاڪستان قائم ٿيڻ کان وٺي هن وقت تائين سنڌي ٻوليءَ سان روا رکيل صورتحال جو جائزو وٺندا تہ توهان جي اڳيان

پاڪستان ۾ سنڌي ٻوليءَ جي حوالي سان ٻوليءَ جي بنياد تي سياست ڪرڻ وارو معاملو واضح ۽ چٽو ٿي ويندو.

جيڪڏهن توهان ماضيءَ ۾ جهاتي پائي، هن خطي، خاص ڪري پاڪستان ۾ ٻوليءَ واري سياست بابت ڪجهه پروڙي چڪا آهيو ته پوءِ توهان انهيءَ نقطي تي به ضرور سوچيو هوندو ته هڪ سنڌي ٻوليءَ جي ڳالهائيندڙ طور توهان ڪيئن ٿا سنڌي ٻوليءَ کي جياري سگهو؟ هونئن به دنيا ۾ ٻولين جي بچاءَ ۽ واڌ ويجهه جا طريقا ساڳيا آهن، جن جو مختصر جائزو هن ريت آهي:

1. فرد ۽ قوم جي پنهنجي ٻوليءَ ڏانهن ڪيتري سنجيدگي آهي.
2. ٻوليءَ جي واڌ ويجهه لاءِ ڪهڙا بندوبست ڪيا ويا آهن، جو ان جي اثر ۽ واهپي جو دائرو سدائين وڌندو رهي.
3. هڪ قابل قبول، معياري ٻوليءَ لاءِ هر وقت ادارا ڪم ڪندا رهن ته جيئن ٻوليءَ کي دنيا جي جديد سڌ سماءَ ۽ تعليم و تربيت جي وسيلن ذريعي دنيا جي ٻين خطن، جتي ان قوم جا مفاد قائم ۽ دائم آهن، تائين آسانيءَ سان پهچائي سگهجي.
4. ثقافت کي مستقل مفادن لاءِ ڪتب آڻيندي، ٻوليءَ کي ذريعو بنائجي ته جيئن ماڻهو وڌيڪ باضمير ۽ باشعور ٿين.
5. ٻين ٻولين جي شاهڪار ادب ۽ ڏاهپ کي پنهنجي ٻوليءَ ۾ آڻجي ته جيئن خيالن، نظرين ۽ ڏاهپ جي مدد ۾ ٻولي وڌيڪ سگهاري ٿئي.

سڀ کان اهم ڳالهه ته ٻوليءَ جي دائميت لاءِ هڪ خطو ۽ ان ٻوليءَ ڳالهائيندڙ ماڻهن جو وڏو تعداد گهرجي. ٻين لفظن ۾ هيئن چئجي ته ٻوليءَ وٽ وطن جي صورت ۾ هڪ قلعو ۽ هڪ قوم طور محافظ هر وقت ميسر هجن.

هن ڪتاب ۾ پروفيسر ڊاڪٽر غلام علي الانا جو مضمون، "مادري زبان سنڌيءَ سان سنڌي ماڻهن جو نفسياتي ڳانڍاپو"، ۽ فقير عبدالغفور الستيءَ جو مضمون "ملير ڊائيجسٽ ۽ سونن نالن وارو دستاويز"، ٻوليءَ جي واڌ ويجهه واري پهرئين نقطي، يعني ٻوليءَ ڏانهن سنجيده رويي جا (سنڌين جي حوالي سان) شاندار مثال آهن. ان کان سواءِ محمد علي ڏيپلائيءَ جو مضمون "صدر ايوب جي تاهيل تعليمي ڪميشن جي تجويزن تي سنڌي قوم جو رد عمل"، ٻوليءَ جي سياست بابت ايوبي سرڪار جي دؤر جو آئينو آهي.

29 آگسٽ تي، سنڌي ٻوليءَ جو ڏينهن ملهائڻ ۽ اُن ڏينهن جي موقعي تي ڪتاب آڻڻ جو مقصد هي آهي تہ سنڌي ٻوليءَ جي حوالي سان 29 آگسٽ وارو حڪم نامو اُن ڪري اهم آهي جو اُن سببان سنڌي ٻولي هڪدم سَرڪاري ٻولي بڻجڻ ڪري سرڪاري ادارن، ملڪي معاملن ۽ پارليامينٽ جي ٻولي بڻجي وئي. هن ڪتاب آڻڻ جو ٻيو مقصد هي آهي تہ ٻوليءَ جي سياست، سنڌي ٻوليءَ سان کيل کلور هڪ دستاويز جي صورت ۾ هڪ هنڌ گڏ ٿي سگهن تہ جيئن اهي ڪنهن نوجوان محقق کي اُتساهين تہ هو ان کان بہ وڌيڪ تحقيقي، مستند ۽ معياري مقالا ۽ ڪتاب لکي سگهي.

حقيقت ۾ اسان جي رٿا هيٺ ٽي ڪتاب هئا: هڪ انگريزن واري سنڌ ۾ سنڌي ٻوليءَ بابت ورتل ڪوشش متعلق، ٻيو پاڪستان قائم ٿيڻ کان پوءِ موجوده دؤر تائين ورتل ڪوشش بابت، ۽ ٽيون پاڪَستان ۾ سنڌي ٻوليءَ کي جائز مقام ڏيارڻ لاءِ عوام جدوجهدن متعلق. پر ڪن مجبورين سبب ٻهريان ٻہ ڪتاب آڻي نہ سگهياسين، پر آخري ڪتاب توهان جي هٿن ۾ آهي. اِهو ڪتاب توهان تائين پهچائڻ ۾ محترم مهراڻ ملاح، محترمہ روزينہ جوڻيجو ۽ محترم احمد سولنگيءَ جون محنتون جس لهڻن جوانهن واڌو وقت ڪڍي هي ڪتاب توهان جي هٿن تائين پهچايو. ان کان سواءِ، لک لائق پروفيسر ڊاڪٽر غلام علي الانا، محترم عبدالغفور الستي ۽ محترم محمد علي ڏيپلائيءَ جا، جن پنهنجو قيمتي وقت ڪڍي اسان کي پُر مغز مقالا لکي ڏنا ۽ آخر ۾ ٿورا محترم تاج جويي جا، جنهن مواد جي دُرستگيءَ دوران اسان کي لاڳاپيل حوالا مهيا ڪري ڏنا، ۽ پروفيسر اعجاز قريشيءَ جي بہ مهرباني، جو سنڌس سات اسان لاءِ هر وقت اُتساهہ جو سبب بڻيو.

24 آگسٽ، 2008ع

ظفر جوڻيجو
ڊائريڪٽر
ٽي آر ڊي، حيدرآباد

ڊاڪٽر غلام علي الانا

# مادري زبان سنڌيءَ سان سنڌي ماڻھن جو نفسياتي ڳانڍاپو

1. دنيا جون مڙيئي ٻوليون قدرت جا معجزا ۽ انساني معاشري جا وڏا ڪرشما آھن. ڪنھن بہ ٻوليءَ جو سرجڻ ئي معنيٰ ڪنھن سماج ۽ ڪنھن قوم جو سرجڻ، ڪن تھذيبي، تمدني، سياسي ۽ سماجي ادارن جو سرجڻ ۽ خود خدا بہ تہ پوءِ دنيا جي پھرئين انسان، حضرت آدم عليہ سان، سندس ئي ٻوليءَ ۾ ڪلام ڪيو. قرآن ڪريم ۾ فرمايل آھي تہ: ”خلق الانسان وعلمہ بيان.“ يعني انسان جي پيدائش ۽ ان کي ”بيان“ جي قوت، ٻئي قدرت جا احسان مڃيا ويا آھن. ھن آيت مان ظاھر آھي تہ انسان جي پيدائش جي اھا ھڪ فطري تقاضا آھي تہ ڪيس پنھنجن خيالن جي بيان ڪرڻ جي قوت ھجي. انھيءَ سلسلي ۾ ماھرن جو رايو آھي تہ:

”فطرت جي سوانح نگار ۽ انسانيت جي علم بردار مولانا جلال الدين روميءَ، فطرت جي ھڪ معجزي کان متاثر ٿي فرمايو:

”ھر ڪسي را اصطلاح داده ايم — ھر ڪسي را سير تي بنھاده ايم.

ھنديان را اصطلاح ھند مدح — سنديان را اصطلاح سند مدح

يعني ھر ڪنھن کي پنھنجي پنھنجي جدا ٻولي مليل آھي، ۽ ھر ڪنھن جي

هڪ جدا طرز زندگي آهي. هند وارن کي هندن جي ٻولي ڄڃائي ۽ سنڌ وارن کي سنڌ جي ٻولي سونهي. مطلب ته هر قوم کي پنهنجي هڪ نرالي ٻولي آهي، ۽ پنهنجو هڪ نرالو تمدن" (بلوچ، نبي بخش، 1965ع. ص 56).

2. (الف) — پاڪستان جي علاقائي ٻولين جي پهرين ڪانفرنس (اها ڪانفرنس لاهور ۾، 14، 15 ۽ 16 اپريل، 1961ع تي ٿي هئي) جي ڪائونسل جي جنرل پريزيڊنٽ، پروفيسر مولانا عبدالقادر پنهنجي صدارتي تقرير ۾ پشتو زبان ۾ فرمايو ته:

"ڪائنات جي عظيم معجزن مان سڀ کان وڏو معجزو زبان آهي. ائين ٿو معلوم ٿئي ته زبان جي ايجاد، تعمير ۽ ترڪيب ۾ ڪائنات جو خالق خود به حصيدار آهي. ڪير ائين چئي سگهندو ته فلاڻي زبان جو ايجاد ڪندڙ فلاڻو ماڻهو، فلاڻو عالم، فلاڻو سائنسدان يا فلاڻو فيلسوف آهي. زبان ته انسان ذات جي هزارن ورهين جي ميل جول، نشست ۽ برخاست، ڪاروهنوار شاديءَ غميءَ ۽ جنگ ۽ امن وغيره جي مسلسل عمل مان ظاهر ٿيل هڪ معجزو آهي. اُن کي نيست ۽ نابود ڪرڻ، هڪ عظيم نعمت کي ٺڪرائڻ جي برابر آهي، ۽ اُن کان بيرخي اختيار ڪرڻ، ناشڪري آهي. ان ڪري منهنجو عرض آهي ته ملڪ ۽ ملت، بلڪ ڪل انسانيت جي فائدي ۽ بهتريءَ خاطر ائين سمجهڻ کپي ته زبان، پوءِ چاهي اُها کهڙي به زبان هجي، ڪنهن جي به هجي، هڪ مقدس امانت آهي. ۽ اُن جي حفاظت ۽ پرورش ڪرڻ، هر انسان جو فرض آهي. هر زبان جي جهوليءَ ۾ جيڪي روايتون ۽ خصوصيتون پريل آهن، تن مان هرطرح فائدو حاصل ڪرڻ کپي، ته جيئن اهي هر ڪنهن جي ڪم اچن" (مولانا عبدالقادر پروفيسر: 1961ع. صدارتي تقرير، سماهي مهراڻ، 3 ـ 4 / 1965ع. ص ص 126 ۽ 127).

(ب) پروفيسر مولانا عبدالقادر پنهنجيءَ تقرير جي شروع ۾ فرمايو:

"زبان ۽ رنگ جي اختلاف کي قرآن ڪريم الله تعاليٰ جي آيتن مان هڪ نشاني ڪري ڄاڻايو آهي: وَمن آياته اختلاف

المسنتڪم والوانڪم (يعني زبانن ۽ رنگن جا اختلاف، الله تعاليٰ جي آيتن مان، زنده آيتون آهن.) انهيءَ نشانيءَ کي متائڻ جي جدوجهد ڪرڻ، فطرت جي خلاف قدم آهي. جهڙيءَ طرح ڪنهن علائقي جي رهاڪن جو رنگ بدلائڻ ممڪن نہ آهي، اهڙيءَ طرح انهيءَ علائقي جي زبان ۽ ثقافت کي ختم ڪرڻ جي ڪوشش بہ هڪ غير فطري عمل آهي."

(ت) علائقائي زبانون، مادري زبانون آهن. مادري زبان هر ڪنهن کي پياري ٿئي ٿي. ماءُ جي هنج ۾ سکيل زبان، پار جو جسم، تن بدن، گوشت، رت ۽ هڏ آهي. مادري زبان سان هر انسان جو اهڙو تہ گهرو ڳانڍاپو محبت ۾ لاڳاپو ٿيندو آهي جو هر شخص پنهنجيءَ مادري زبان کي، پنهنجيءَ ماءُ برابر سمجهندو آهي.

پنهنجيءَ مادري زبان تي، هر ڪو ڪي جيڪا قدرت حاصل هوندي آهي. ۽ جنهن آسانيءَ ۽ لطف سان هو اُن ۾ لکي پڙهي سگهندو آهي، تنهن لاءِ نہ ڪنهن صرف - نحو سکڻ جي ضرورت ٿئي ٿي ۽ نہ وري اُن لاءِ ڪنهن پئي قاعدي قانون کي هو ڳوليندو آهي. جيڪي ڪجهہ هو انهيءَ زبان ۾ چوندو آهي، تنهن کي ٻيا سَنَد مڃڻ لاءِ مجبور ٿين ٿا.

هُو اهل زبان هوندو آهي، ۽ سندس راءِ تسليم شده ٿيندي آهي. انهيءَ مادري زبان جي ذريعي ڪنهن علائقي جا ماڻهو پنهنجي قديمي روايتن، تاريخ، ثقافت ۽ سماجي روح ۽ جذبي کان باخبر ٿين ٿا (مولانا، عبدالقادر پرونيسر، 1961ع صدارتي تقرير، سماهي مهراڻ 3_4/1965ع ص ص 26 ۽ 27).

3. ٻولي ڪنهن سماج جي پيداوار هوندي آهي. هن سلسلي ۾ پورٽر جو حوالو ڏيندي، ڊاڪٽر الهداد ٻوهيو لکي ٿو:

"انساني ٻولي عوام جي پيداوار آهي. اُها نہ ڪن عالمن جي جوڙيل آهي ۽ نہ وري ڪن اُستادن جي ٺاهيل آهي. عالم ۽ اُستاد ٻوليءَ کي شاهوڪار ضرور بنائين ٿا، اُن کي سينگاري، سنواري، ٺاهي جوڙي، ادبي ٻوليءَ جي حُسن جو گل ضرور بنائين ٿا، پر ٻوليءَ جون اهم ترين مکڙيون، دراصل ان ٺاريءَ تي پيدا ٿين ٿيون، جيڪا پنهنجو پاڻ اُيري ۽ اُسري آهي، وڌي ۽ ويجهي آهي، ۽ اُن جون

پاڙون زمين ۾ ڪتل هونديون آهن. ٻوليءَ جو اُسرڻ، ڪنهن هڪ ماڻهوءَ جي محنت جو نتيجو نه آهي.

اها زمين ٿيءَ آهي جنهن مان ٻوليءَ کي پنهنجي تازگي ۽ غذا ملي ٿي." (الهداد ٻوهيو، ڊاڪٽر: 1978ع، ص 43).

4. (i) سنڌي ٻولي، سڄيءَ دنيا جي هر حصي ۾ رهندڙ سنڌي ماڻهن جي مادري زبان آهي. انهن سيني کي، پنهنجي مادري زبان سنڌيءَ سان دلي محبت، پيار ۽ عشق آهي. اُنهن جو پنهنجيءَ مادري زبان سان نفسياتي لڳاءُ ۽ ذهني ڳانڍاپو آهي. "سنڌي ٻوليءَ جو اڀياس" ڪتاب ۾ بيان ڪيل آهي ته:

"انسانذات جي رهڻي ڪهڻيءَ، اُٿڻي ويهڻيءَ ۽ روزمره جي زندگيءَ جو سڀ کان اعليٰ رڪارڊ ۽ املھ خزانو هر دور ۾ اُن انسان جي ٻولي ٿي رهي آهي. جيئن جيئن ڪنهن قوم جي رهڻي ڪهڻيءَ ۽ سماجي قدرن ۾ فرق ايندو ويندو آهي، تيئن تيئن انهيءَ ترقيءَ ۽ تبديليءَ جو اثر، اُن قوم جي ٻوليءَ تي پڻ ٿيندو رهندو آهي. اهڙيءَ طرح دنيا جو اهو ڪاروهنوار هر دور ۾ جاري رهيو آهي ۽ جاري رهندو ايندو". (الانا، غلام علي ڊاڪٽر: 2000ع، ص 244).

(ii) هر مادري زبان ۽ معاشري جو هڪٻئي سان گهرو تعلق ۽ لاڳاپو هوندو آهي. اهو لاڳاپو اٽوٽ رشتن تي ٻڌل هوندو آهي، جيڪي هميشه لاءِ هڪٻئي سان جڙيل ۽ ڳنڍيل هوندا آهن، يعني هرڪا ٻولي ۽ اُن جو معاشرو هڪ ٻئي لاءِ لازم ۽ ملزوم هوندا آهن. (الانا، غلام علي ڊاڪٽر: 2000ع، ق 244).

(iii) هر ٻوليءَ جو انسانذات جي ڪنهن نه ڪنهن گروهه سان هميشه گهرو تعلق هوندو آهي. ان لحاظ کان، هر ڪنهن زبان جو مطالعو اُن زبان جي ڳالهائيندڙ قوم، اُن قوم جي سماج، اُن جي تهذيب ۽ تمدن، ۽ اُن قوم ۽ ملڪ جي ثقافت جو مطالعو سمجهيو ويندو آهي، ڇاڪاڻ ته هرڪا ٻولي، انساني عمل جي پيداوار آهي. ٻوليون، مرده ماڻهن جي لاشن يا مري ويل ماڻهن جي هڏين منجهان

نٿيون ٿهن، پر اُهي (ٻوليون) زنده انسانن جي، روزمره جي زندگيءَ مان اُپرن ۽ اُسرن ٿيون ۽ ترقي ڪن ٿيون. لهاذا اهو چئي سگهجي ٿو تہ ٻوليون زنده قومن جي زندگيءَ، سنڌن جيوت، سنڌن سماجي حالتن، سنڌن تهذيب ۽ تمدن ۽ سنڌن ثقافت جون آئينہ دار هونديون آهن. (الانا، غلام علي ڊاڪٽر: 2006ع. ص 3).

5. (الف) (i) ٻار دنيا ۾ پيدا ٿيڻ کان پوءِ جيڪا ٻولي پهرين ٻڌي ٿو سمجهي ٿو سکي ٿو ۽ ڳالهائي ٿو سا هُن جي "ماءُ ٻولي" هوندي آهي. ڏٺو ويو آهي تہ ماڻهن جو پنهنجو سڄو وقت گهڻو ڪري، پنهنجي مادري زبان جي سماجي ماحول ۾ گذري ٿو. اهو سڄو وقت ۽ لساني طور اُن سڄي پنهنجائپ جي فضا سان تعلق دوران، ڪين پنهنجي مادري زبان ۾ ئي جنسي تربيت ۽ ذهني تعليم ملندي آهي، (ابراهيم جويو: 2008ع).

(ii) هر معاشِري جو ٻين زنده انساني معاشرن وانگر، هڪڙو اهم ۽ بنيادي حق، پنهنجي مادري زبان جي حفاظت ۽ اُن ڪي ترقي وٺائڻ آهي، ڇو تہ اُن تي ئي سندس سڄيءَ سڃاڻپ، بلڪ پوري وجود ۽ اُن جي افاديت جو دارومدار آهي (ابراهيم جويو: 2008ع. ڪونج رسالو مارچ – اپريل، ص 11).

(iii) انهيءَ سوچ ۽ فڪر موجب، سنڌي ماڻهن، پنهنجيءَ مادري زبان، سنڌيءَ جي بقا ۽ بچاءَ لاءِ هر دور ۾، وڏيون وڏيون ڪوششون ڪيون ۽ وڏيون وڏيون قربانيون ڏنيون آهن.

(ب) (i) سنڌي ٻوليءَ جي تاريخ جي اڀياس مان خبر پوي ٿي تہ سنڌي معاشري جي باخبر، ذميوار ۽ حساس حلقن طرفان، پنهنجي مادري ٻوليءَ جي بقا، بچاءَ، اُن جي وجود، تسليميءَ ۽ اُن جي تهذيبي ۽ آئيني مفاد جي حفاظت لاءِ هميشہ پيشقدمي ٿيندي رهي آهي، ۽ پنهنجي هن بنيادي انساني حق جي دفاع ۽ بحاليءَ لاءِ، گهڻ‌پل جدوجهد ۾ سنڌي معاشري جي ڪابہ اهڙي اهم شخصيت، ڪو بہ اهڙو ادارو يا جماعت ڪانهي، جنهن پنهنجي وس آهر، پورو پورو حصو نہ ورتو هجي. هزارين پترا، سوين ڪتابچہ ۽ ڪيئي ڪتاب، عرضداشتيون،

ليڪ، ٺهراءَ ۽ عرض ناما شايع ٿيا. ۽ تقريباً هر مرڪزي حڪومت آڏو اديبن، عالمن ۽ تعليمدانن جا وفد پيش ٿيندا رهيا.

(ii) اُن سلسلي ۾، 1960ع ۾ "سنڌي زبان سوسائٽيءَ" جي قيام ۽ اُن سوسائٽيءَ طرفان، 1962ع ۾، هڪ تفصيلي عرضداشت جي تياري ۽ تڏهوڪي صدر پاڪستان، فيلڊ مارشل محمد ايوب خان کي، اُن عرضداشت جي پيشڪش، ۽ نومبر 1962ع ۾ سنڌي ادبي سنگت طرفان "يوم سنڌي زبان" جي ملهائڻ وارا موقعا، سنڌي ٻوليءَ جي تاريخ جي رڪارڊ جو هڪ حصو آهن (ابراهيم جويو: 1985ع ص 39).

ياد رهي تہ فيلڊ مارشل جنرل محمد ايوب خان کي، مذڪوره عرضداشت، شهيد ذوالفقار علي ڀٽي جي معرفت پيش ڪئي ويئي هئي، انهيءَ عرضداشت جي بنياد تي جنرل صاحب، سنڌي عوام جو مطالبو قبول ڪري، سنڌي ٻوليءَ کي، پنهنجيءَ حڪومت جي نوٽيفڪيشن، مورخہ 13، آڪٽوبر، 1962ع موجب ساڳئي مقام ۽ درجي ڏيڻ جا احڪام جاري ڪيا، جيڪي سنڌي ٻوليءَ کي، پاڪستان جي قيام (1947ع) کان اڳ حاصل هئا.

6. علم الانسان (anthropology) جي ماهرن جو رايو آهي تہ هر ڪا زبان، پنهنجي ملڪ، پنهنجي ماحول، پنهنجيءَ تهذيب ۽ پنهنجي تمدن ۽ پنهنجي سماج جي علامت هوندي آهي. هر ڪا زبان، انساني معاشري ۾ ئي زنده رهي سگهي ٿي، ۽ اها زبان، انهيءَ معاشري ۾ ئي نشونما وٺندي آهي. تہ ڇٽبو تہ ڪابہ زبان، ڪنهن بہ معاشري کان سواءِ، هرگز زنده رهي نٿي سگهي.

(الف) سنڌ جي هڪ عظيم بين الاقوامي دانشور ۽ سنڌي زبان جي هڪ اعليٰ ودوان، علامہ آءِ آءِ قاضيءَ، 1955ع ۾، لاڙڪاڻي ۾ ڪوٺايل، سورهين ادبي ڪانفرنس لاءِ موڪليل پنهنجي پيغام (عنوان هو: سنڌي ٻولي، اُن جو بقا ۽ بچاءُ) ۾ فرمايو تہ:

"زبان جو مسئلو شعور تي ٻڌل آهي. ظاهر آهي تہ جيستائين هڪ کان زياده ماڻهو زنده نہ هوندا، تيستائين گفتگوءَ واري ٻولي پيدا ٿي، ڪانہ سگهندي. ٻين لفظن ۾ ٻوليءَ جي اُسرڻ لاءِ سماج جو هجڻ ضروري آهي. فقط هڪ ماڻهوءَ جي وس کان هيءَ ڳالهہ ٻاهر آهي.

بقول قرآن حڪيم: "خلق الانسان وعلمہ بيان." اجتماعي زندگيءَ جي هيءَ فطري تقاضا آهي تہ انسان کي بيان جي قوت هجي، ڇاڪاڻ تہ اُها تبادلہ خيالات لاءِ هڪ لازمي ضرورت آهي. انهيءَ ڪري قوم جي اجتماعي زندگي، ٻوليءَ کي تشڪيل ڏئي ٿي، يا اُن کي ترقي وٺائي ٿي، ۽ اُن کي باقي رکي ٿي" (علامہ آءِ آءِ قاضي: سماهي مهرآڻ، 3-4/1965ع).

(ب) ماهرن جو اهو بہ رايو آهي تہ جيستائين ڪنهن بہ سماج ۾ اُن سماج ۾ رائج زبان جي ڳالهائيندڙن مان فقط هڪ ڳالهائيندڙ بہ زنده هوندو آهي، تيستائين اُن زبان کي، زنده زبان مڃيو ويندو آهي.

7. هر ڪا زبان، هر گفتگوءَ ۾ ڪونہ ڪو مقصد يا ڪردار ادا ڪندي آهي. انهيءَ ڪري، هر زبان ۾ ڪانہ ڪا معنيٰ ۽ ڪونہ ڪو مقصد يا مفهوم ضرور هوندو آهي. دراصل ڪنهن معنيٰ ۽ مفهوم واري اها خاصيت ئي آهي، جيڪا هر ڪنهن زبان جي سماجي عمل ۽ اُن جي استعمال جي ضرورت ڏانهن اشارو ڪري ٿي. اهو ئي سبب آهي جو هر ڪا زبان ڪنهن انساني معاشري ۽ انساني سماج ۾ ئي زنده رهي سگهي ٿي.

8. مادري زبان سان محبت، هر انسان جي نفسياتي جذبي واريءَ ڪيفيت ۽ دلي ڳانڍاپي سبب هوندي آهي، جيڪا اُن انسان کي، ڄائي ڄم کان ئي ورثي ۾ مليل هوندي آهي. هر ڪا مادري زبان، هر انسان لاءِ سندس ضمير جي آواز ۽ اظهار جو هڪ قدرتي وسيلو هوندي آهي، ۽ سندس اولين ضرورتن منجهان هڪ ضرورت اها بہ هوندي آهي تہ هُو پنهنجي ضمير جي آواز جي اظهار جي قوت کي مڪمل ترقي ڏياري.

(الف) 1951ع ۾ اقوام متحده طرفان، دنيا جي ماهرن جي فرانس جي مرڪزي شهر، پئرس ۾ هڪ ڪانفرنس ڪوٺائي وئي. ان ڪانفرنس ۾ بنيادي تعليم تي متفق طور هڪ رپورٽ مرتب ڪئي وئي، جنهن ۾ هيٺيان چار اهم تعليمي اصول منظور ڪيا ويا:

(1) مادري زبان ئي هر شخص لاءِ سندس خيالن جي اظهار جو هڪ قدرتي

ذريعو آهي، ۽ سنڌس خيالن جي اظهار ڪي پوريءَ طرح طاقت وٺائڻ، هُن جي شروعاتي ضرورتن مان هڪ نهايت ئي اهم ضرورت آهي.

(2) هر هڪ شاگرد جي درسي تعليم، لازمي طور سنڌس مادري زبان جي ذريعي ئي عمل ۾ اچڻ گهرجي.

(3) ڪنهن به زبان جي بناوت ۾، اهڙي قسم جي ڪابه بنيادي ڪمزوري نه آهي جا ڪيس انسان جي موجوده علم، فن ۽ موجوده تهذيب جي اظهار جي وسيلي بڻجڻ کان روڪي سگهي.

(4) مادري زبان جو نعم البدل ڀي ڪابه قومي يا بين الاقوامي زبان تيستائين نٿي ٿي سگهي، جيستائين اسان جا ٻار اسڪولن ۾ داخل ٿيڻ کان اڳ ئي، انهيءَ ٻيءَ زبان کان چڱيءَ طرح واقف نه هجن.

9. "مادري زبان متعلق هڪ عالمي ۽ بين الاقوامي اصول هيءُ به آهي ته اها زبان، ڪنهن جاگرافيائي خطي ۾ مخصوص قومي روايتن ۽ ادب جي ترجمان ٿي، پيدا ٿي هجي، ۽ اها انهن جي تبادلہ خيالات لاءِ استعمال ٿيندڙ هجي. اهڙي زبان، صرف مادري زبان ئي هوندي آهي. ان حيثيت سان عربي زبان، فقط عربستان، مصر، شام ۽ لبنان لاءِ مادري زبان جو درجو رکي ٿي، باقي دنيا لاءِ غير — مادري زبان، ديني ۽ لٽرري ۽ علمي زبان چئي وڃي ٿي. ان طرح پارسي، ايران لاءِ مادري زبان آهي، ۽ باقي دنيا لاءِ، علمي زبان چئي وڃي ٿي. اهڙيءَ طرح انگريزي انگلئنڊ لاءِ، فرينچ فرانس لاءِ، مادري زبانون آهن، پر باقي دنيا لاءِ انهن جي حيثيت ثانوي درجي جي آهي، ۽ محض علمي زبانون آهن. بلڪل ان اصول موجب اردو ڪنهن به خاص جاگرافيائي حدود ۾ رهندڙ خطي جي مادري زبان نه آهي. اها ٻي ڳالهه آهي ته انگريزيءَ، عربيءَ ۽ فرينچ وانگر، اُن زبان جو دائره نمود گهڻين قومن ۽ ملڪن تائين وسيع ٿي ويو آهي. ان ٻوليءَ جا ڳالهائيندڙ ۽ سمجهندڙ هڪ اندازي جي حيثيت سان، ڪروڙين آهن، پر مادري زبان جي حيثيت سان، پنج — ڏهه لک ماڻهو به اهڙا نه ملندا، جي هڪ محدود جاگرافيائي رقبي ۾ هن ٻولي سان وابسته

هجن. ان طرح بنگلا فقط بنگال جي مادري ٻولي آهي، باقي پاڪستان (هيءَ رپورٽ مهراڻ رسالي جي ايڊيٽر، 1965ع ۾ تيار ڪئي هئي، ان وقت بنگلا ديش جو قيام عمل ۾ ڪونه آيو هو) ۾ اُن جي ڳالهائيندڙن جو ڪوبه نمايان انداز ڪين آهي. پنجاب، سرحد، سنڌ ۽ بلوچستان لاءِ اُن جي حيثيت هُوبهو اردوءَ واري علمي زبان ۽ غير—مادري زبان جي آهي. ان حيثيت سان، سنڌين لاءِ جيئن عربي، فارسي، انگريزي ۽ فرينچ زبانون، ڪي علمي زبانون ته ڪي ديني زبانون آهن، تيئن اردو، بنگلا ۽ پشتو زبانون، سنڌين لاءِ محض علمي ۽ غير—مادري زبانون آهن" (غلام محمد گرامي: ايڊيٽر سماهي مهراڻ 3—4/1965ع).

10. (الف) سنڌي زبان، سنڌو ماٿر جي، سنسڪرت جي وجود ۾ اچڻ کان اڳ واري دور جي قديم عوامي زبان آهي. سنڌي زبان، انگريزن جي 1843ع ۾ قبضي کان اڳ، ڪيترن ئي رسم الخطن ۾ لکي ويندي هئي. هن وقت هن ٻوليءَ کي پنهنجو هڪ معياري رسم الخط ۽ پنهنجو گرامر آهي. سنڌي ٻولي، سنڌ ۾ مغلن جي دور حڪومت (1593ع—1718ع) کان وٺي، تعليمي ٻوليءَ جي حيثيت ۾ رائج رهي آهي.

(ب) مذهبي تبليغ ۽ مذهبي تعليم طور سنڌي ٻولي، سنڌ ۾ سومرن جي حڪومت شروع ٿيڻ واري سال يعني 401 هه / 1010ع کان به اڳ، سنڌ ۾ آيل اسماعيلي داعين ۽ ساڳئي وقت ٻين صوفي بزرگن ۽ اسلام جي داعين طرفان، مذهبي تبليغ جي ذريعي طور استعمال ٿيڻ لڳي هئي، پر هاڻ ته محققن اهڙا مثال به ڏنا آهن جن مان اهو ثابت ٿو ٿئي ته سنڌي ٻولي، سنڌ ۾ اسلام جي اچڻ کان پنج سو سال اڳ، ادبي ٻوليءَ جي صورت ۾ سنڌ ۾ رائج هئي. ڊاڪٽر محمد حسن، ڊاڪٽر سنتي ڪمار چٽرجيءَ ۽ ڊاڪٽر مرليڌر جيٽلي جي تحقيق هن ڳالهه ۾ واضح ثبوت ۽ دليل آهي.

(ب) مغلن ۽ ڪلهوڙن جي دور ۾، سن 1700ع ۾ سنڌ جي مدرسن ۾ سنڌي زبان جي تعليم جي ذريعي طور ڪم اچڻ جو وڏي ۾ وڏو ثبوت، مخدوم ابوالحسن جو ڪتاب "مقدمه الصلوات" آهي، جيڪو قلمي صورت ۾ اڄ به

موجود آهي. اُن کان پوءِ شاھ لطف الله قادريءَ جو رسالو بہ ھن سلسلي ۾ ھڪ بيش بها اضافو آهي.

(ت) سنڌي ٻولي سنڌ تي انگريزي حڪومت جي شروع وارن سالن يعني 1848ع کان وٺي، 1947ع ۾ پاڪستان جي قائم ٿيڻ کان ست سال پوءِ واري زماني يعني 1954ع ۾ ون يونٽ جي قائم ٿيڻ واري سال تائين، سنڌ ۾ سرڪاري دفتري، ڪورٽن ۽ تعليمي ادارن ۾ ايم.اي تائين (ڪن مضمونن ۾ پي.ايچ ڊي تائين) تعليمي زبان طور رائج رهندي آئي.

(ث) انگريزن جي حڪومت جي شروع واري سال، 1848ع ۾، بمبئي صوبي جي گورنر، سر جارج ڪلرڪ، ھڪ حڪم نامو جاري ڪيو ھو جنھن ۾ ڄاڻايو ويو ھو تہ سنڌي ٻوليءَ کي دفتري ٻولي بڻايو وڃي. اُن حڪم نامي جا هُوبهو لفظ هي هئا:

"We should introduce the language as the medium of official intercourse. I do not see in what way our revenue and judicial officers (however their offices and courts may be continued) can work effectually through a foreign medium of communication such as Persian and English. A period of 18 months should, therefore, be allowed to the officers in civil employ to qualify themselves for an examination in the Sindhee language. I believe their doing so will be facilitated by the publication of the dictionary and grammar which I proposed Lieutenant Stack should be allowed to have printed.

The recommendation of the Commissioner that "early measure, to education, as in our other provinces, is no doubt judicious, but it were premature to take any measure for farming educational establishment before our own European administration have obtained a complete

knowledge of the country and before we have trained up persons, fitted to impart knowiedge in vernacuiar tongue.

(James C.Melvile, 1848:15)

(ج) متئين فرمان جي روشنيءَ ۾ 29 آگسٽ، 1857ع تي، سنڌ جي ڪمشنر، سر بارٽل فريئر، هڪ حڪم نامو جاري ڪيو جنهن ۾ سرڪاري عملدارن کي هدايت ڪئي وئي هئي تہ هُو سنڌي ٻوليءَ جو امتحان پاس ڪن. هن حڪم نامي ۾ چاٽايل هو تہ:

(i) آئنده سڀ سرڪاري لکپڙھ، سنڌي ٻوليءَ ۾ هلائي وڃي.

(ii) يورپي ۽ ٻيا سڀ پرڏيهي عملدار سنڌي ٻوليءَ ۾ امتحان پاس ڪن تہ، جيئن هُو سنڌي ماڻهن کان پنهنجي سرحال احوال وٺي سگهن، ۽ سنڌيءَ ۾ لکپڙھ بہ سمجهي سگهن ۽ نيڪال ڪري سگهن.

(iii) سنڌي اسڪول کوليا وڃن.

(ح) انگريزي حڪومت، سنڌ لاءِ تعليمي پاليسي ۽ سنڌي ٻوليءَ لاءِ هڪ رٿا (Language planning) منظور ڪئي، جنهن موجب:

(i) سنڌي ٻوليءَ لاءِ هڪ رسم الخط مقرر ڪيو وڃي.

(ii) مادري زبان ۾ تعليم ڏيڻ لاءِ حڪم نامو جاري ڪيو ويو.

(iii) سرڪاري دفترن ۾ سنڌي ٻولي رائج ڪرڻ لاءِ حڪم نامو ڪڍيو ويو.

(iv) سرڪاري آفيسرن لاءِ سنڌي ٻولي سکڻ لازمي ٺهرائي وئي.

(v) سنڌي ٻوليءَ ۾ ڪتابن کي ترجمو ڪرائڻ جو فيصلو ڪيو ويو ۽ مترجمن لاءِ انعام رکيا ويا.

(vi) سنڌ ۾ تعليم کاتو قائم ڪيو ويو ۽ اسڪولن ۾ نصاب لاءِ سنڌي ٻوليءَ ۾ ڪتاب لکڻ لاءِ حڪم نامو ڪڍيو ويو.

(vii) تعليم کاتي ۾ ترجمو سيل (Cell) قائم ڪيو ويو.

(viii) سنڌي زبان جي ترقيءَ ۽ واڌاري لاءِ هڪ ڪميٽي جوڙي وئي.

(ix) سنڌ ۾ سنڌي ڇاپخانا قائم ڪيا ويا.

(x) سنڌي زبان جو ويا ڪرڻ ۽ لغتون لکرايون ويون.

(xi) سنڌي زبان ۾ سرڪار طرفان اخبارون ڪڍيون ويون.

(xii) سرڪاري اشتهارناما، سرڪيولر، پڌرناما ۽ نوٽيس سنڌي زبان ۾ جاري ڪيا ويا.

(خ) ورهاڱي کان پوءِ، سنڌي ٻولي ايم.اي جي مختلف مضمونن لاءِ تعليم جو ذريعو رهي آهي. سنڌي ٻوليءَ ۾ هن وقت اٿاهه لٽريچر موجود آهي. ان لحاظ کان چئبو تہ سنڌي زبان هاڻ، دنيا جي ڪنهن بہ ٻيءَ ترقي يافتہ زبان کان، ڪنهن بہ صورت ۾ يا ڪنهن بہ حيثيت ۾ گهٽ ڪانہ آهي. اُن ۾ اُهي سموريون خوبيون ۽ صلاحيتون موجود آهن، جيڪي هڪ زنده ۽ اعليٰ ادبي ۽ تعليمي زبان ۾ موجود هجڻ گهرجن.

11. (الف) 1954ع ۾ مغربي پاڪستان جي صوبن ۽ رياستن کي ملائي "ون يونٽ" ٺاهيو ويو. ون يونٽ واري زماني ۽ اُن کان پوءِ 1958ع ۾ جنرل ايوب خان طرفان لڳايل مارشل لا واري زماني ۾ سنڌ ۾ سنڌ کان ٻاهرين علائقن کان مقرر ٿي آيل ڪامورن جي ڪٽرپڻي واري رويي سبب، سنڌ، سنڌي زبان ۽ سنڌ جي ماڻهن لاءِ هزارين مسئلا پيدا ڪيا ويا.

ان ڏس ۾ سڀ کان پهرين، انگريزن جي دور ۾ 1857ع ۾ سنڌي ٻوليءَ کي دفتري ۽ تعليم جي ذريعي طور نفاذ ڪيل حڪم نامي جي عمل درآمد کي روڪيو ويو، ۽ اهڙيءَ طرح :

(i) سنڌي ٻوليءَ جي دفتريءَ ۽ تعليمي زبان طور ڪم ايندڙ عمل کي روڪيو ويو.

(ii) ڪيترن ئي سنڌي ڪتابن تي بندش وڌي وئي.

(iii) ڪيترين ئي سنڌي اخبارون ۽ رسالا بند ڪيا ويا، ۽ ڪن رسالن ۽ اخبارن جي جاري ٿيڻ لاءِ ڏنل لائيسنس رد ڪيا ويا.

(iv) تحريرن ۽ تقريرن ۾ "سنڌ" لفظ جي ڪم آڻڻ تي بندش وڌي وئي.

(v) علمي ۽ ادبي جلسن وغيره ۾ سنڌي ٻوليءَ ۾ تقريرون ڪرڻ تي بندش وڌي وئي.

(vi) انگريزي حڪومت جي دور ۾ جاري ڪيل حڪم نامي مُوجب، سنڌ ۾

ٻاهران بدلي تي آيل غير – سنڌي ڪامورن کي، سنڌي ٻوليءَ جو امتحان لازمي طور پاس ڪرڻ واري قانون کي روڪيو ويو.

(ب) سنڌي ٻولي ائڪٽ 1972ع موجب، ٻاهران مقرر يا بدلي تي آيل غير – سنڌي ڪامورن لاءِ، سنڌي ٻوليءَ ۾ امتحان پاس ڪرڻ وارو قانون وري بحال ڪيو ويو ۽ اهو امتحان سنڌ پبلڪ سروس ڪميشن کي وٺڻو هوندو هو. سنڌ پبلڪ سروس ڪميشن جي، 28 مارچ، 1981ع واري پڌرنامي ۾ ڄاڻايل آهي ته:

"اُهي سرڪاري ملازم جيڪي گريڊ پنجين ۽ ان کان مٿي گريڊ ۾، سنڌ ۾ ڪم ڪن ٿا، اُنهن مان جن جي مادري زبان اُردو نه آهي، تن کي اردو ٻوليءَ ۾ ۽ جن جي مادري زبان سنڌي نه آهي، تن کي سنڌي ٻوليءَ جو امتحان، لازمي طور پاس ڪرڻو پوندو. اهو امتحان سال ۾ ٻه دفعا ورتو ويندو" (الانا، غلام علي، ڊاڪٽر: 2006ع، ص 417).

(ت) انهيءَ پڌرنامي ۾ اهو به ڄاڻايل آهي ته:

"اُهي ڪامورا جيڪي اهو امتحان مقرر ڪيل عرصي اندر پاس نه ڪندا، اُنهن جي ساليانې انڪريمينٽ، اُن وقت تائين روڪي ويندي جيستائين هُو اهو امتحان پاس نه ڪندا. پر جنهن تاريخ کان هُو امتحان پاس ڪندا، اُن تاريخ کان انهن جي سنڌن روڪيل انڪريمينٽ جاري ڪئي ويندي" (الانا، غلام علي، ڊاڪٽر، 2006، ص417).

(ث) پر حيرانيءَ جي ڳالهه هيءَ آهي ته سنڌ سرڪار جي سروسز جنرل کاتي (S&G) طرفان، سنڌ سرڪار جي، انهيءَ حڪم نامي تي قدم کڻڻ جي ڪڏهن به ڪا ضرورت محسوس ئي ڪانه ڪئي وئي. نتيجي طور خود "سنڌ پبلڪ سروس ڪميشن"، پنهنجيءَ رپورٽ، سال 1997ع ۾ صفحي 108 تي ڄاڻايو آهي ته:

"سنڌ پبلڪ سروس ڪميشن، 16 گريڊ کان وٺي مٿي سول آفيسرن جا، سنڌي ۽ اردو ٻولين جا، سال ۾ ٻه دفعا، حيدرآباد، ڪراچي ۽ سکر وارن مرڪزن ۾ Sindh Civil Servants Language Examination 1981 and Syllabus Reviewed ۾ جنهن جا تفصيل Appendix_vii ۾ صفحي 39 تي ڏيندي ڄاڻايو

آهي تہ: ڪوبہ اُميدوار سنڌي ٻوليءَ جي امتحان ۾ ڪونہ ويٺو.“ (الانا، غلام علي، ڊاڪٽر: 2006ع ص 418).

(ج) نہ فقط اهو پر 1973ع ۾ اسلامي جمهوريہ پاڪستان جي، آئين جي شق (3) 1_25 ۾ صوبائي زبانن کي تحفظ ڏيڻ جي باوجود، پاڪستان جي ٻين خطن کان، سنڌ ۾ بدلي تي آيل غير – سنڌي ڪامورن جي، ڪٽرپڻي واري رويي سبب، سنڌ سرڪار جي حڪمن ۽ سنڌ سرڪار جي انتظامي پاليسيءَ جو ڪوبہ احترام نہ ڪيو جنهنڪري سنڌ جي سڀني آفيسن کان سواءِ، سنڌ جي ميونسپل ڪارپوريشنن، ميونسپالٽين ۽ ميونسپل ڪميشن جي ميئرن يا چيئرمنن، توڙي سيڪريٽري تعليم، سنڌي ٻوليءَ جي دفتري ۽ ذريعہ تعليم واريءَ حيثيت کي ختم ڪرڻ ۾ ڪابہ دير ڪانہ ڪئي، ۽ سنڌي ٻوليءَ جي جاءِ تي، فقط اردو ٻوليءَ کي دفتري ۽ تعليمي ٻوليءَ طور استعمال ڪرڻ جا حڪم جاري ڪيا. اُن جو نتيجو اهو نڪتو جو ڪراچي، سنڌ جو صدر مقام هئڻ جي باوجود، ڪراچي ميونسپل ڪارپوريشن، جتي، انگريزن جي زماني ۾ (ورهاڱي کان اڳ)، سنڌي ٻولي، انگريزيءَ سان گڏ، دفتري ٻوليءَ طور استعمال ٿيندي هئي، اُتي سنڌي ٻوليءَ کي، صوبائي ۽ دفتري ٻوليءَ واريءَ حيثيت تان هٽائي، اُن جي جاءِ تي صرف ۽ صرف اردوءَ کي سرڪاري ۽ دفتري زبان طور استعمال ڪرڻ جا حڪم جاري ڪيا. اهڙيءَ طرح اڳتي هلي، حيدرآباد ۽ سکر جي ميونسپل ڪارپوريشنن ۾ بہ غير – سنڌي چيئرمنن جي دور ۾ سنڌي ٻوليءَ جي دفتري ٻوليءَ واريءَ حيثيت کي ختم ڪيو ويو.

(iv) 7 جولاءِ 1972ع تي، سنڌ اسيمبليءَ طرفان پاس ڪيل، ”سنڌي ٻولي ائڪٽ“ جو بہ احترام نہ ڪيو ويو ۽ مٿي ڄاڻايل سڀني سرڪاري، نيم – سرڪاري ۽ لوڪل باڊيز جي آفيسن (ڪراچي ۽ حيدرآباد کان سواءِ سنڌ جي سڀني ضلعن ۾ ناظمن طرفان سنڌي ٻوليءَ کي دفتري ٻوليءَ جو درجو ڏنو ويو آهي) توڙي سنڌ جي سڀني خانگي ۽ انگريزي ميڊيم وارن اسڪولن ۾ ذريعہ تعليم کان سواءِ سنڌي ٻوليءَ کي مادري زبان يا غير – مادري زبان طور پڙهائڻ جو رواج ختم ڪيو ويو.

12. (الف) انگريزن جي حڪومت جي وڏي عرصي، 1843ع کان 1940ع

تائين، يعني سنڌ ۾ ترقي پسند ادب جي شروع ٿيڻ تائين، سنڌي ٻوليءَ تي، ايراني طرز واريءَ شاعريءَ جو اثر نمايان هو. سنڌ جي شاعرن کي اها سوڪڙي، ڪلهوڙن جي حڪومت واري زماني (1718ع – 1782ع) ۾ ملي هئي، البت اُن دور جي شاعرن جو پنهنجي مادري زبان، سنڌيءَ سان بـ دلي لڳاءُ ضرور هو. ساٿيهہ ۽ ساٿيهہ جي ٻوليءَ سان انهن مان ڪن بزرگن شاعرن جو دلي ڳانڍاپو هو. لطيف سائين، اُنهن شاعرن مان هو پر اهو ذهن ۾ رکڻ کپي تـ سنڌ جي ماڻهن جو قديم زماني کان، پنهنجي ڌرتيءَ ۽ پنهنجي ماءُ ٻوليءَ سان عشق ازل کان رهيو آهي. هن سلسلي ۾، سڀ کان آڳاٽي ۽ دنيا جي پهرئين ڪتاب، "رگ ويد" ۾ اُن زماني ۾ هڪ منڊل ۾ هن طرح پنهنجي عشق جو اظهار ڪيل آهي:

آجهل اٿموت سنڌو

پل واري سگهاري سنڌو
ڏيهن ۽ ميدانن مان،
اپار پاڻيءَ جا ڇهلاءَ ڪٽي،
جرڪندي، ڪڙڪات ڪندي، وهندي رهي ٿي،
جهڙي ابعلق گهوڙي، سونهاري ۽ سوپياوان،
سنڌو پلن گهوڙن ۾ شاهوڪار آهي،
۽ آهي شاهوڪار ويسن وڳن ۾
سهڻي گهڙيل سون ۾ شاهوڪار،
اڻ مٽي مايا جي مالڪ
هتان جا گاهہ نيڻ ٺار ۽ لذت وارا،
اُن اهڙيءَ جو وينو ڏس،
شربت جو ميٺاج نـ پڇ.

(ب) مغلن جي دور ۾ پهريون شاعر، جنهن پنهنجي ساٿيهہ ۽ ساٿيهہ جي ٻوليءَ سان عشق جو لاثاني اظهار ڪيو آهي، اهو شاعر آهي شاهہ عبداللطيف ڀٽائي. مثال طور لطيف فرمايو آهي:

ٻولي منهنجي ٻانيٽياڻي، الا
آهيان خان ڪتياڻي.

/

ٻئي هنڌ فرمائين ٿا:

سڄڻ ۽ ساٿيھ، ڪنھن اٿاسيءَ وسري،
حيف تنين کي هوءِ، وطن ڄَن وساريو.

اڃا بہ اڳتي فرمائين ٿا:

جو فارسي سکيو گولو توءِ غلام،
جو ٻڌو ٻن ڳالھيين، سو ڪيئن چاهي چام،
اُڇيو تان آب گھري، ٻکيو تان طعام،
اي عام سندو عام، خاصن منجهان ڪين ٿئي.

(ت) پنھنجي مادري ٻوليءَ جي سلسلي ۾ اڳتي هلي، ٽالپرن جي آخري ڏينھن ۽ انگريزن جي زماني ۾، آخوند گل محمد گل، مير عبدالحسين خان "سانگي"، ديوان ڪوڙيمل، مرزا قليچ بيگ ۽ ٻين شعوري طور پنھنجي مادري زبان جي ترقيءَ لاءِ ڪوششون ڪيون. انھن بزرگن جي ڪاوشن جا مثال سنڌي ادب جي تاريخن ۾ گھڻائي ملن ٿا. مثال طور:

(i) ڌيھي عالمن، اديبن ۽ شاعرن کان سواءِ پرڏيھي ماهرن، مغربي ڪامورن، عيسائي پادرين بہ سنڌي ٻوليءَ جي خدمت ڪئي. انھن سندن مذهب جي پاڪ ڪتاب، بائيبل جو سنڌي ٻوليءَ ۾ ترجمو ڪيو.

(ii) پادري شرٽ ۽ ڪيپٽن جارج اسٽئڪ سنڌي ٻوليءَ جو گرامر ۽ 1848ع ۽ 1855ع ۾ انگريزي — سنڌي ۽ سنڌي — انگريزي لغتون لکيون، جن غير سنڌي ڪامورن کي سنڌي سکڻ ۾ وڏي مدد ڪئي.

(iii) ڊاڪٽر ٽرومپ پھريون غير ملڪي عالم هو جنھن شاهہ جي رسالي کي ترتيب ڏيئي، پھريون دفعو جرمنيءَ جي شھر لپسيا مان، سنڌي ٻوليءَ ۾ 1866ع ۾ ڇپايو. سنڌي ٻوليءَ جي سلسلي ۾ اهو سندس اهم ڪارنامو سمجھيو ويندو آهي.

(iv) ڊاڪٽر ٽرومپ جو ٻيو اهم ڪارنامو "A Grammar of Sindhi language" ڪتاب آهي، جيڪو هن 1872ع ۾ شايع ڪرايو. ڊاڪٽر ٽرومپ جو هي گرامر ان ڪري بہ خاص اهميت وارو ڪتاب آهي جو هُن، اُن ۾ سنڌي

ٻوليءَ جي بڻ بنياد بابت پهريون دفعو پنهنجن خيالن جو اظهار ڪيو هو. جنهن کي بنياد بنائي، سر گريئرسن، پروفيسر پيرومل آڏواڻيءَ، ڊاڪٽر ڪالڊويل ۽ ٻين ماهرن هن موضوع تي لکيو.

(v) هن ئي دور ۾ ديوان ننديرام سيوهاڻي، ديوان اُڌارام ٿانورداس ميرچنداڻي، سيد ميران محمد شاهه (اول)، ديوان ناراڻداس وسناڻي، ميون غلام حسين قريشي ۽ ڪي ٻيا سنڌي ٻوليءَ جا ناليوارا ليکڪ هئا، جن سنڌي نثر ۽ نظم ۾ اوائلي ڪتاب لکيا، جن جو تفصيل سنڌي ادب جي تاريخن ۾ موجود آهي.

(ت) (i) اڳ ۾ چيو ويو آهي تہ انگريزن جي دور ۾ ايراني طرز واري شاعري، سنڌي ٻوليءَ ۾ بہ زور هئي. هن سلسلي ۾ ڪيترائي ديوان، ڪليات ۽ بياض شايع ٿيا. انگريزن جي دور ۾ غزل واريءَ شاعريءَ جي مطالعي مان ائين پيو معلوم ٿئي تہ ڄڻ تہ ان وقت سنڌ ۾ بلبل، گلن مٿان ڦيرا پائي رهي هئي؛ پروانا، شمعن مٿان مشتاق ٿي، جلي خاڪ ٿيندا ٿي رهيا؛ عاشق، پنهنجن محبوبن جي وصال لاءِ واجهائيندا رهندا هئا؛ پيمانا ۽ ميخانا، مستانن سان پُرپل هوندا هئا؛ ساقي جام پري، مشتاقن کي پيا آڇيندا هئا؛ محبوبائون، نرگسي نيڻن سان، نشتر ڪيري، عاشقن جي سينن مان پار ڪنديون هيون، دلبرن جي، سُنبل جهڙن زلفن جي پيچن ۽ وڪڙن ۾ عاشقن جون دليون اٽڪيل ۽ قابو ٿيل هونديون هيون؛ عاشق، حسينن جي چهرن جي خط وخال کي ڏسي، خمار ۾ اچي، وڦلندا هئا؛ ستمگرن جون پٿر جهڙيون دليون، پگهرجڻ کان زور هونديون هيون؛ دلدارن جي اکين جي شوخي ڏسي، عاشق آهون ۽ دانهون ڪندي، غش کائي، ڪري پوندا هئا ۽ برهہ جي باهہ، سڄيءَ ڪائنات ۾ تپش ۽ گرمي وڌائي ڇڏي هئي. (مخدوم محمد زمان طالب المولي، مضامين طالب).

(ii) اِهي سڀ ڳالهيون، اُن وقت جي غزل واريءَ شاعريءَ جو تاڃي — پيٽو هيون. پر حقيقت هيءَ آهي تہ انهن خوبين وارو ڪلام اميرن جي دلين کي تہ وندرائي سگهيو ٿي، پر اِهي ڳالهيون عام ماڻهن جي

سمجهه ۽ پهچ کان پري هوندیون هيون. چاڪاڻ تہ غزل واريءَ شاعريءَ ۾ بيان ڪيل نظارا ۽ منظر عام ماڻهن جي زندگين ۾ چاتل سچاتل نہ هئا. اهي سڀ شيون عام ماڻهن لاءِ اوپريون ۽ ڌاريون هيون. اهي نظارا، سنڌ جا نظارا ڪونہ هئا. اهي ڳالهيون، سنڌ جي عام ماڻهن جي جيوت ۾ چاتل سچاتل نہ هيون. (مخدوم محمد زمان طالب المولیٰ مظامين طالب)

(iii) هن قسم واريءَ شاعريءَ لاءِ سنڌي ٻوليءَ جو هڪ وڏو شاعر مخدوم محمد زمان طالب المولیٰ، پنهنجي ڪتاب، ”ڪافيءَ“ ۾ لکي ٿو:

- ”موزون شاعري ڌارين آهي. اُن ۾ هترادو ناهيل ڳالهيون آهن ۽ هنڌ هنڌ اهل ڪرڻي پوي ٿي، جي سڀ بي بقا شيون آهن. موزون شاعريءَ ۾ گل و بلبل جو بيان مسافر ۽ صراحيءَ جو ذڪر، گلگست ولالہ زار جا احوال ۽ شاهد بازيءَ جون ڳالهيون هونديون آهن. اهي سڀ شيون ٻاهريون آهن؛ اهي تصور ايراني آهن؛ اهي تخيل ئي پرايا آهن، ۽ اهي مضمون ئي ڌاريان بلڪہ اُڌارا آهن. هيترو ضروري آهي تہ اسان جي ملڪ وارن بادشاهن بہ پنهنجي لاءِ اهي شيون مهيا ڪيون، پر سندن فنا ٿيڻ سان گڏ، اهي بہ فنا ٿي ويون“. (مخدوم محمد زمان طالب المولیٰ مظامين طالب)

(iv) اسان جي شاعريءَ جو انهن شين سان ڪوبہ واسطو ڪونہ آهي. اسان جو ماحول بہ پنهنجو تہ رسمون ۽ رواج بہ پنهنجا؛ عشق ۽ محبت جا دستور بہ پنهنجا تہ تصور ۽ تخيل بہ پنهنجا؛ نظارا بہ پنهنجا، اشارا بہ پنهنجا؛ خشڪ جبل، واريءَ جون ڀٽون، بيابان، ڪنڊا، ڪرڙ ڪبڙ ليون ۽ ليار ٻير، درياهہ ۽ واهڙ وغيره آهن.

اسان وٽ، عورت عاشق ۽ مرد معشوق آهي. ايراني شاعريءَ ۾ بيجا شڪايت، سخت گلا، محبوب تي الزام هڻڻ ۽ کيس ظالم، جلاد، بيدرد ۽ بيوفا سڏڻ جائز آهي.

ايراني شاعريءَ ۾ رقيب جو تصور ايڏو تہ گندو ۽ ذليل ڪارنامو آهي، جنهن جي حد ئي ڪانهي. اهو ايڏو تہ بي غيرتيءَ جو ثبوت آهي جو هڪ ئي مثال بس آهي. اسان جي شاعريءَ ۾ التجائون، صدائون، سنيون تمنائون، مدعائون ۽ رڳيون دعائون آهن. (طالب المولیٰ)

13. (الـف). (i) سـنڌي ٻـوليءَ جـي ٿيـٽ سـنڌي شـاعريءَ ۾ سـنڌي مـاڻهن جـي نفسياتي ڪيفيتن جو ذڪر آهي. اُن جي اظهار ۾ سنڌي ٻوليءَ جي ماهيت ۽ شاهوڪار ۽ وسيع هـ ـڻ جو وڏو هٿ رهيو آهي. اُن ۾ عام ماڻهن جي مزاج جي سادي، ڪوملتا، ترسا، رعب، ڀاو حسناڪي ۽ ميٺاج جو اظهار وڏيڪ آهي. اُن ڪري ٺيٺ سنڌي شاعريءَ جي ٻولي وڏيڪ وڻندڙ وڏيڪ مٺي ۽ وڏيڪ ڪومل لڳي ٿي. اُن ۾ پنهنجي مادري زبان سان وڏيڪ اُنس، وڏيڪ محبت ۽ وڏيڪ پيار لاءِ التجا آهي، نصيحت آهي ۽ تاڪيد آهي. اُن سلسلي ۾ سنڌ جي سدا حيات شاعر ۽ صوفي بزرگ، شاهه عبداللطيف ڀٽائيءَ، سچل سرمست، ساميءَ، بيدل ۽ بيڪس کان سواءِ اوڻيهينءَ ۽ ويهينءَ صديءَ جي شاعرن ۽ نثر نويسن جهڙوڪ: مير عبدالحسين خان "سانگي"، شمس الدين "بلبل"، مرزا قليچ بيگ، حڪيم فتح محمد سيوهاڻيءَ، سيد مصري شاهه، منٺار فقير راڄڙ، سيد حسن بخش شاهه، مولانا عبدالغفور همايوني "مفتون"، مخدوم طالب المولىٰ، شيخ اياز، اُستاد بخاري، عبدالڪريم گدائي، نياز همايوني، تنوير عباسي، محمد خان مجيدي، ابراهيم منشي، سرويچ سجاولي، شمشيرالحيدري ۽ امداد حسينيءَ کان سواءِ نثر نويسن ۾ سائين جي.ايم سيد، ڊاڪٽر دائود پوٽي، پير علي محمد شاهه راشدي، پير حسام الدين شاهه راشدي، عثمان علي انصاري، غلام محمد گرامي، علامه آءِ آءِ قاضي، محمد عثمان ڏيپلائي، آغا تاج محمد، محمد صديق ميمڻ، محمد صديق مسافر، محمد ابراهيم جويو، ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ، پروفيسر پيرومل آڏواڻي، احمد چاڳلا، لالچند امر ڏنو مل جڳتياڻي، تيرٿ وسنت، پروفيسر نارائڻداس ڀمڀاڻي، پروفيسر منگهارام ملڪاڻي ۽ خانچند درياڻيءَ سميت سيني ساڃاهه وندن، پنهنجيءَ مادري زبان سنڌيءَ سان پنهنجيءَ عقيدت، محبت، پيار، الفت ۽ پنهنجي دلي ڳانڍاپي جو اظهار ڪيو آهي. انهن سيني بزرگن پنهنجي سنڌي هجڻ واريءَ سڃاڻپ جو درس ڏنو آهي.

(ii) هن سلسلي ۾ لطيف سائينءَ ساٽيهه ۽ ساٽيهه جي ٻوليءَ لاءِ الفت جي اظهار جو اڳ ۾ ذڪر ڪيو آهي.

(iii) پنهنجي مادري ٻوليءَ سان محبت جو اظهار قبليٰ مخدوم طالب المولىٰ جن هيئن ڪيو آهي:

”هر ڪا ٻولي ڦرندي رهي ٿي ۽ ڦرندي رهندي، ڇو ته ٻوليءَ جي ڦير ڦار سندس فطرت آهي. انهيءَ ڦير ڦار کي ڪير بهر وکي نه سگهندو ڇاڪاڻ ته ٻولي وڏي سگهه رکي ٿي. پر هيءَ ڳالهه ياد رکجي ته ٻوليءَ سان زور آزمائي ۽ هٺ ڇراند ڪرڻ، ٻوليءَ سان خيانت ڪرڻي آهي، جا هرگز نٿي ٿهي. مگر هي به ڌيان رکجي ته ٻوليءَ ۾ ڇاٽي واٽي ڏاريا ۽ اڻ وٽندڙ لفظ تنبيا نه وڃن، ڇو ته ٻولي (خاص طور تي اسان جي پنهنجي سنڌي ٻولي) وٽ پنهنجو عظيم موجود آهي ته پوءِ اڌار ڇو کڻجي. مگر مناسب طرح اصطلاح ڪرڻ به ڏوهه نه آهي. عرب ۽ ايران جو سنڌ سان پراڻو لاڳاپو آهي، انڪري صدين کان اهي زبانون سنڌي ٻوليءَ ۾ چڱي طرح ملي ويون آهن ۽ سنڌيءَ انهن زبانن کي اهڙيءَ طرح ته پنهنجو ڪري ڇڏيو آهي جو نه ڌاريائپ لڳي ٿي ۽ نه وري انهن زبانن کي سنڌيءَ مان ڪڍي سگهجي ٿو. ساڳيءَ طرح سنسڪرت ۽ هنديءَ جي لفظن کي به سنڌي ٻولي هضم ڪري ڇڪي آهي.“

(iv) ويهين صديءَ جي هڪ ٻئي ٻهڳڻي شاعر، شيخ اياز سنڌي ٻوليءَ کي پنهنجي امڙ سڏيو آهي. شيخ صاحب هن موضوع تي گهڻو ئي ڪلام چيو آهي. مثال طور:

ميان! تون ته اجا نٿو سنڌيءَ ۾ سوچين،
پنهنجو پاڻ ڪرين، روز پيو تون ترجمو!

***

جيڪو سنڌيءَ ۾، سو ٻيءَ ٻوليءَ ۾ ڪٿي!
اردوءَ ۾، هنديءَ ۾، تون آهين ڇڻ اوپرو.

***

جيڪا ٻولي تيج سان، تنهنجي پيٽ ۾ پئي،
سا تو ڪيئن ڪئي، اڄڪلهه آهي اوپري.

***

پنهنجي ٻوليءَ ۾ ميان، جڏهن چوندين ماءُ،
توکي اهڙو ساءُ، ڏيندي ٻي ٻولي ڪٿي؟

***

ڪو جو چوي ائين، تنهنجي ماءُ مري وَئي،
۽ توکي ڳوڙها اچن، اهو ٻڌڻ سيئن،
ٻولي تنهنجي تيئن، آهي امڙ وانگيان.

***

مون ڪُهنبا ڀهرايا، ڀڳڻ ٻوليءَ کي،
ائين پيو ڪير چوي، ڏوهيڙا هن ڏيهه جا.

***

ٻوليءَ جوڀَن وَنُ، پوڙهو ٿيندو ڪينڪي،
اڄ بہ منهنجو من، سائو سانوڻ جهنگ جيان.

(۷) ساڳيءَ طرح، سنڌ جي هڪ ٻئي عظيم شاعر، اُستاد بخاريءَ پنهنجي ماءُ ٻولي سنڌيءَ لاءِ هيٺين جذبن جو اظهار ڪيو آهي:

”تنهنجي مٺي لوليءَ جي ساک اڄ تو کٽان!
منهنجي امان منهنجي زبان، قومي زبان!
پنهنجي زبان کان منهن مٺيان، مٺجي وڃان!
ڏاري زبان کي جي چٽيان، چٽ ٿي وڃان!
اهڙو ٿيان، مون کي نہ تون ٿيڄ بخشجان.
منهنجي امان، تنهنجي زبان، قومي زبان!
مون کي نہ ٿي ڳُهرجي اڪي، ڪا ٻي دعا!
مون کي رڳو هر وقت ٻئي ڪر هيءَ دُعا:
سنڌي لکان، سنڌي پڙهان، سنڌي رهان!
منهنجي امان، تنهنجي زبان، قومي زبان!

***

جيجل جهولي، ڏئي پئي لولي،
سنڌي ٻولي، قومي ٻولي!
وڏڙو ٿيندين، وکڙون کڻندين،
ڀهرين ڀهرين، ڦرهي پڙهندين،
ٻي.ٻي.ٻي.ٻي ٻاتي . ٻولي!
سنڌي ٻولي...

اهڙيءَ طرح مشهور قوم پرست شاعر، عبدالڪريم گدائيءَ، پنهنجي مادري زبان لاءِ، پنهنجن جذبن جو اظهار هيئن ڪيو آهي:

جيڪو وائي شاهه جي ڳائي، ٻولي جيجل جي ورجائي،
تنهن تي ڀهريدار، اچا پيي ساڳيا ڙي

***

جنهن ۾ ڀهرين مون اک کولي!
پيار پري جيجل جي جهولي.
جنهن ۾ ماءُ ڏنيي تي لولي.
اُن ٻوليءَ تي چوڙيئي گولي!
لوليءَ تي تو ڪئي للڪار:
پنهنجا پيي ڏس ڪجهه پرڪار!
حيف هجئي اي ڏاريا يار!

(vii) ساڳيءَ طرح نياز همايونيءَ، پنهنجن جذبن جو اظهار هيئن ڪيو آهي:

اي وطن، منهنجا وطن، پيارا، وطن، تون لک لهين!
تنهنجا ويرانا بہ ٿا مون کي وڻن، تون لک لهين!
تنهنجي ٻولي جڻ تہ اونداهيءَ ۾ ڏانڊاٽا الا!
تنهنجا گفتا جڻ تہ چانڊاٽين ۾ مانڊاٽا الا!
تنهنجي مجلس تي ملائڪ پيي چڪن، تون لک لهين!

(viii) بلڪل ساڳيءَ طرح سائين جي.ايم سيد بہ سنڌي ٻوليءَ سان پنهنجي دلي ڳانڍاپي لاءِ سڄي عمر تبليغ ڪندا رهيا. فرمايائون تہ:

”سنڌي ٻوليءَ جي تاريخي ارتقا ۾ مکيہ بين الاقوامي ٻولين سان لاڳاپي هئڻ سبب، سنڌي ٻوليءَ ۾ نہ صرف لفظي ذخيرن جي ڪثرت ۽ جدت آهي، مگر هن ٻوليءَ جي صرف ونحوءَ ۾ بہ اها وسعت ۽ جدت ۽ جاذبيت آهي، جا پيي ڪنهن بہ هند - آريائي ٻوليءَ ۾ نہ آهي. انڪري بيان جي اظهار لاءِ يا ان ۾ ايجاز ۽ اختصار پيدا ڪرڻ لاءِ بہ سنڌي ٻوليءَ جي سٽاءَ ۽ ساخت ايتري وسيع،

ڳوڙهي ۽ مڪمل آهي، جنهن جو مثال ڪنهن ماڊرن هند – آريائي ٻوليءَ ۾ نٿو ملي."

(ب) (i) سنڌين جي سجاڳيءَ ۾ سنڌي ٻوليءَ کي زنده جاويد رکڻ جو اونو سنڌ جي بين الاقوامي شهرت جي هڪ وڏي عالم علامه آءِ آءِ قاضيءَ کي هوندو هو. 22 آڪٽوبر 1967ع تي، عبرت اخبار کي ڏنل انٽرويو ۾ فرمايائون:

"سنڌيءَ کي زنده رکڻ انهيءَ ڪري ضروري آهي جو حضرت شاهه عبداللطيف ڀٽائيءَ جو ڪلام سنڌيءَ ۾ آهي. شاهه جي ڪلام کي زنده رکڻ بيحد ضروري آهي. اسان وٽ شاهه جي ڪلام کان سواءِ ٻيو آهي ڇا؟ اهو اسان جو وڏو سرمايو آهي. سنڌي ٻوليءَ ۾ شاهه صاحب جي ڪلام کي اهائي حيثيت حاصل آهي جيڪا عربي ٻوليءَ ۾ قرآن شريف کي حاصل آهي. اسان سنڌي ٻوليءَ کي ڇڏيو معنيٰ شاهه لطيف کي ڇڏي ڏنوسين، ۽ اها اسان جي سڀ کان وڏي بدقسمتي ٿيندي." (علامه آءِ آءِ قاضي: 1967ع عبرت اخبار ۾ انٽرويو).

علامه صاحب جن، اڳتي فرمايو:

"مون جرمن ٻولي رڳو ان ڪري سکي، جيئن جرمن ٻوليءَ جي عظيم ترين شاعر "گوئٽي" کي سنڌس زبان ۾ پڙهي ۽ سمجهي سگهان، حالانڪ باقي علم، جيڪي جرمن ٻوليءَ ۾ آهن، سي انگريزيءَ ۽ ٻين ڪيترن ئي ٻولين ۾ موجود آهن، ۽ انهن لاءِ خاص طور تي جرمن ٻولي سکڻ جي ڪا به ضرورت ڪانه هئي." (علامه آءِ آءِ قاضي: 1967ع عبرت اخبار ۾ انٽرويو).

علامه صاحب جن اڃا به اڳتي فرمايو:

"عربي زبان کي رڳو ان ڪري زنده رکڻ ضروري آهي جو قرآن شريف اُن ٻوليءَ ۾ نازل ٿيو. قرآن شريف جي ماهيت کي چڱيءَ طرح سمجهڻ ۽ پرورڻ لاءِ، عربي زبان جو سکڻ لازمي آهي. ڪنهن به ٻيءَ زبان ۾ اُن جو ترجمو ايڏو (اونهو) جامع ۽ مڪمل نٿو ٿي سگهي.

ڪمال پاشا اتاترڪ، قرآن شريف جو ترڪي زبان ۾ ترجمو

ڪرايو پر هن ڪوشش ۾ سراسر ناڪام ويو ڇاڪاڻ ته ترڪي ٻوليءَ ۾ اها ماهيت ۽ گهرائي ڪانهي، جيڪا قرآن شريف ۾ پنهنجي معراج تي آهي.

انهيءَ ڪري جهڙيءَ طرح قرآن شريف لاءِ عربي ٻوليءَ کي زنده رکڻ ضروري آهي، بلڪل اهڙيءَ طرح شاهه صاحب جي ڪلام لاءِ سنڌي ٻوليءَ کي زنده رکڻ ضروري آهي. (علامه آءِ آءِ قاضي: 22 آڪٽوبر 1967ع عبرت اخبار ۾ انٽرويو).

علامه قاضي صاحب جن اڃا به اڳتي فرمايو:

"سنڌي زبان هڪ موسيقيءَ واري زبان (musical language) آهي، ۽ موسيقي، سنڌي ٻوليءَ جي سڀ کان وڏي خصوصيت ۽ خوبي آهي. انگريزي ٻولي، انهيءَ خصوصيت کان محروم آهي. انهيءَ ڪري انگريزي ٻوليءَ جي سڀ کان وڏي شاعر، شيڪسپيئر جي چند شعرن کان سواءِ باقي شعرن کي ڳائي نٿو سگهجي، جڏهن ته شاهه عبداللطيف جي سٽ سٽ کي ڳائي سگهجي ٿو.

ٻوليون چند سالن ۾ نه، پر هزارن سالن ۾ ٺهنديون آهن، ۽ انهن جو بنياد، موسيقيءَ جي بنياد تي ٿي هوندو آهي. گرامر پوءِ ٺهي ٿي، ٻولي پهرياڻين ٺهي ٿي. گرامر رڳو هڪ ٻه صديون اڳ جي پيداوار آهي. اُن کان اڳ، زبان جي ترقي ۽ نشونما، موسيقيءَ جي بنيادن تي ٿيندي رهي آهي. اهي ٻوليون، ائين گهڙيون وينديون هيون، جيئن ڳالهائڻ ۾ وٽندڙ ۽ موسيقيءَ جي سرن سان هم آهنگ محسوس ٿين.

انگريزي ٻولي، انهيءَ ڪري موسيقيءَ جي خصوصيت کان محروم رهجي وئي آهي جو هزارين سال اڳ، جڏهن موجوده انگريزن جا ابا ڏاڏا، جرمنيءَ مان لڏي، انگلينڊ ۾ اچي رهيا هئا، تڏهن انهن پنهنجيءَ ٻوليءَ کي بگاڙي ڇڏيو ۽ ان کي جرمن ٻوليءَ وانگر سرتال تي اُيرڻ نه ڏنائون." (علامه آءِ آءِ قاضي، 22 آڪٽوبر 1967ع عبرت اخبار ۾ انٽرويو)

(ii) علامہ ڊاڪٽر دائود پوٽي فرمايو:

"اسان جي پياري "سنڌي" هڪ قديم زبان آهي. موجوده يورپ جي متعدن ٻولين کان بہ آڳاٽي آهي. اُهي اڃا وِجود ۾ ئي نہ آيون هيون، ۽ اڙدوءَ جو اڃا اير پير بہ معلوم ڪونہ هو تہ سنڌي زبان هڪ پاڪيزي نموني ۾ ڳالهائڻ ۽ لکڻ ۾ ايندي هئي. جهر جهنگ ۾ سنڌ جا اهل الله سنڌي بيت ۽ ڏوهيڙا جهونگاريندا هئا. انهن ۾ ايترو سوز ۽ ساز هوندو هو جو ٻڌندڙ محو حيرت ٿي ويندا هئا، ۽ ڪيترائي ڪيفي ڪباب ٿي، جان فدا ڪندا هئا. ڇا مخدوم احمد ڀٽيءَ هڪ سماع جو بيت ٻڌندي ساهہ نہ ڏنو؟ ڇا هڪ سيلانيءَ شاهہ لطيف جو هينيون بيت پڙهندي، پنهنجي حقيقي محبوب جي سڪ ۾ پران نہ تياڳيا؟

هيڪلياٽي هيل، پورينديس پرينءَ ڏي،
آڏا ڏونگر لڪيون، سوريون سڄڻ سيل،
تہ ٻيلي آهن ٻيل، سور پريان جا ساڻ مون!

انهن قرب جي وٽين ۾ اڃا بہ ماڪيءَ جهڙو مڏ آهي، ڪِرو ڪو انهيءَ جي چاشني چڪي. ڪي سطحي ماڻهو چوندا آهن تہ سنڌي هڪڙي ٿلهي ۽ سڪٽي زبان آهي ۽ منجهس ادب بلڪل ٿورو آهي. سنڌي هڪ تونگر زبان آهي. منجهس عاليشان ۽ همہ گير ادب جون سيئي صلاحيتون موجود آهن. (دائود پوٽو ڊاڪٽر: 1949ع.)

(iii) سنڌي ٻوليءَ جو هڪ وڏو ڏاهو ۽ ودوان، محترم ابراهيم جويو پنهنجي مادري زبان سنڌيءَ جي اهميت جو اظهار ڪندي، "سندي ذات هنجن" ڪتاب جي مهاڳ ۾ لکي ٿو:

"ٻولي"، "آواز" — "دانهن ۽ دانهن جو جواب" — ٻوليءَ جا لفظ ٻوليءَ جون ڳالهيون، زندگيءَ جي وڏي وٿ آهن ۽ اُن لاءِ وڏو آٿت آهن، بلڪ ماڻهن لاءِ ماڻهپي سان جيئڻ جو بنياد آهن. "

روسي اديب، ترگنيف (1818ع — 1883ع)، جنهن پنهنجيءَ زندگيءَ جو اڌ

حصو ڪنهن طرح بي وطنيءَ ۾ گذاريو هو تنهن پنهنجي روسي ٻوليءَ لاءِ، هڪ موقعي تي چيو هو تہ:

”جڏهن بہ آءٌ شڪ ۾ ويڙهجي ويجان ٿو. جڏهن بہ پنهنجي ملڪ تي ويچاريندي منهنجو من لرزجي وڃي ٿو تڏهن او منهنجي سگهاري، عظيم، سچار ۽ آزاد روسي ٻولي! تون ئي مون کي ڏڍ ڏين ٿي، ۽ مون کي بچائين ٿي. جي تون نہ هجين تہ پڪ ئي پڪ، جو ڪجهہ منهنجي وطن تي وهي رهيو آهي، اُن کي ڏسي آءٌ هوند ڏهي، ٻنهہ پٽ اچي پوان: پر ڪوائين آخر ڪيئن ٿو مڃي سگهي تہ ههڙي عظيم ٻولي، عظيم قوم کان گهٽ، ڪنهن قوم کي مليل هوندي!“

انهيءَ حوالي کان پوءِ، پنهنجيءَ ٻوليءَ کي عظيم سڏيندي، محمد ابراهيم جويو لکي ٿو:

”اسين بہ پنهنجيءَ ٻوليءَ لاءِ پڪي سگهون ٿا تہ اها اسان جو ڏڍ آهي، آٿت آهي. اها اسان جا شڪ ۽ نراسايون دور ڪري ٿي... پر جيڪا ٻولي اسان کي... ”سندي ذات هنجن“ جهڙو نثر ڏيئي سگهي ٿي: اُن جهڙي پرک ڏيئي سگهي ٿي: اُها ڪيئن نہ عظيم هوندي! ۽ نيٺ ائين ڪيئن ٿو ٿي سگهي تہ ههڙي عظيم ٻولي عظيم قوم کان گهٽ ڪنهن قوم کي ملي هجي. (محمد ابراهيم جويو: مهاڳ، ”سندي ذات هنجن“)

(iii) محترم محمد ابراهيم جويو پنهنجي هڪ ٻئي مضمون ۾ لکي ٿو:

”جيستائين سنڌي مائرون پنهنجن معصوم منڙن ٻارن کي پنهنجين محبت ڀريل هنجن ۾، سباجهڙي سنڌي ٻوليءَ جون مٺيون لوليون ڏينديون رهنديون، تيستائين اسان جي سهڻي، سلوڻيءَ ٻوليءَ ۽ اُن جي ادب جا پُربهار گل، ٻوٽا ۽ ڦلدار وڻ، جيئن پوءِ تيئن زياده اُيرندا ۽ اُسرندا، وڌندا ۽ ويجهندا ئي رهندا.“ (ڪونج، ص 11).

(iv) ڀارت جي ماهر سنڌي ليکڪ، پروفيسر پوپٽي هيراننداڻي، ڀارت ۾ رهندڙ سنڌين جي حال تي پنهنجا ويچار ونڊيندي، هن طرح لکيو آهي:

"اڄڪلهہ سنڌي ماءُ پنهنجي ٻار کي، سنڌيءَ ۾ لولي تني ڏئي، مائٽ پاڻ ۾ سنڌيءَ ۾ خط پٽ تتا لکن ۽ اسڪولن ۾ ٻار سنڌي نتا پڙهن، تہ پوءِ ڪيئن ٿا سنڌي سڏائي سگهون؟" (ڪونج، مارچ-اپريل، 2005ع ص 11)

14. (الف) 1936ع ۾ ترقي پسند تحريڪ جو اثر، جيئن ننڍي کنڊ جي ٻين علائقن تي ٿيو، تيئن سنڌ جو ملڪ بہ پاڻ کي هن تحريڪ جي اثر کان بچائي نہ سگهيو. پر هن تحريڪ جي شروع ٿيڻ کان اڳ، سنڌ ۾ مرزا قليچ بيگ، سنڌي ادب ۾ افسانو، ناول، ڊرامي ۽ نظم تي مشتمل جديد شاعريءَ ۽ مضمون نويسيءَ جي صنف سان، سنڌيءَ کي ترقي وٺائڻ وارو ڪم شروع ڪري ڏنو هو. مرزا صاحب کان سواءِ پروفيسر نارائڻداس ڀمڀاڻيءَ، لالچند امر ڏنو مل جڳتياڻيءَ، پروفيسر ڀيرومل آڏواڻيءَ، تيرت وسنت، خانچند درياڻيءَ، ميلارام منگترام واسواڻيءَ ۽ ڪن ٻين سنڌي ٻوليءَ ۾ ناولن، ڊرامن ۽ مضمون نويسيءَ کان سواءِ، سنڌي ٻوليءَ جي وياڪرڻ تي ڪتاب لکڻ شروع ڪري ڇڏيا هئا. ڊاڪٽر گربخشاڻيءَ ۽ ڊاڪٽر دائود پوٽي، تحقيق ۽ ادبي تنقيد جي فن جي، سنڌي ٻولي ۽ ادب ۾ شروعات ڪري ڇڏي هئي.

مرزا قليچ بيگ ۽ پروفيسر ڀيرومل آڏواڻيءَ، لطيف شناسيءَ جي سلسلي ۾ هيٺيان ڪتاب شايع ڪرائي، سنڌي لغات جي موضوع کي اڳتي وڌايو. اُهي ڪتاب هئا:

- لغات قديمي — مرزا قليچ بيگ
- لغات لطيفي — ايضاً
- غريب اللغات — پروفيسر ڀيرومل آڏواڻي

(ب) اُن کان سواءِ انهن ٻنهي بزرگن سنڌي ٻوليءَ ۽ اُن جي وياڪرڻ جي موضوع تي هيٺيان ڪتاب لکيا:

- سنڌي وياڪرڻ (چار ڀاڱا) — مرزا قليچ بيگ
- وڏو سنڌي وياڪرڻ — پروفيسر ڀيرومل آڏواڻي
- سنڌي ٻوليءَ جي تاريخ — ايضاً

(ب) سال 1940ع ڌاري ترقي پسند تحريڪ جي اثر سنڌ ۾ بہ پنهنجا رنگ ڏيکاريا. ڪشچند بيوس، ڪيئل داس "فاني" ۽ حيدربخش جتوئيءَ سنڌي شاعريءَ ذريعي، هن تحريڪ جي اثر ڪي، سنڌي ٻوليءَ ۾ ادب ذريعي ڦهلايو جنهن کان پيا بہ شاعر ۽ نثر نويس متاثر ٿيا. انهن سنڌي ٻوليءَ ۾ نوان تجربا ڪيا ۽ سنڌي ادب ۾ سنڌيت واري جذبي سنڌي قوم پرستيءَ ۽ وطنيت جي پيغام کي سنڌ جي گهر گهر ۾ پهچايو.

اهڙيءَ طرح 1940ع واري زماني کان وٺي 1954ع ۾ ون يونٽ جي قائم ٿيڻ تائين، ترقي پسند تحريڪ سنڌ جي گهر گهر ۾ پهچي، ماڻهن کي سجاڳ ٿيڻ جو پيغام پهچائي چڪي هئي. هن تحريڪ جي اثر جي ڪري سنڌي ٻوليءَ ۾ ڪيترائي رسالا ۽ اخبارون نڪتيون، ناول، جديد ڪهاڻيون، ناٽڪ ۽ مضمون لکيا ويا. سوين جي تعداد ۾ سنڌي ٻوليءَ ۾ نثر توڙي نظم ۾ مجموعا شايع ٿي ويا، جن ۾ سنڌي ادب ذريعي، سنڌ جي اديبن ۽ شاعرن سنڌيت جي سجاڳپ جو پيغام ننڍي ڪنڊ ۾ پهچايو.

15. (الف) 1954ع ۾ ون يونٽ جي قائم ٿيڻ کان پوءِ سنڌ، سنڌي ماڻهن، سنڌي ادب ۽ سنڌي ٻوليءَ لاءِ ڏکيا ڏينهن شروع ٿي ويا ۽ اڳتي هلي آڪٽوبر 1958ع ۾ جنرل ايوب خان طرفان لڳايل مارشل لا، پاڪستان ۾ سنڌين لاءِ زمين تنگ ڪري ڇڏي هئي؛ پر حقيقت هيءَ آهي تہ اهي ٿي دور هئا، جن ۾ سنڌي ماڻهن پنهنجي ۽ پنهنجي مادري زبان جي بچاءِ ۽ بقا لاءِ وڏا سور سٺا، وڏيون قربانيون ڏنيون، جيل ڪاٽيا ۽ ڪوڙا کاڌا. انهن سنڌي زبان جي بچاءَ لاءِ سنڌي زبان سوسائٽي ٺاهي، اُن جي پليٽ فارم تان سڄيءَ سنڌ ۾ وڏي هلچل هلائي، جنهن ۾ هر طبقي جا ماڻهو شامل هئا.

(ب) هن تحريڪ جي ڪارڪنن، پنهنجي ٻوليءَ کي بچائڻ لاءِ لکن جي تعداد ۾ پوسٽ ڪارڊ، خط ۽ تارون، تڏهوڪي صدر پاڪستان، جرنل محمد ايوب خان کي موڪليون. آخر ۾ جرنل ايوب خان جي حڪومت ۾ سنڌ جي نوجوان نمائندي، شهيد ذوالفقار علي ڀٽي، حيدرآباد اچي، سنڌ جي ماڻهن ۽ "سنڌي لئنگئيج سوسائٽيءَ" جي نمائندن سان ملاقات ڪري، انهن کي مشورو ڏنو تہ جنرل ايوب خان کي، سوسائٽيءَ طرفان، سنڌي ٻوليءَ جي مسئلن تي مشتمل

ميمورئنڊم موڪليو ويچي. شهيد ذوالفقار ڀٽي جي مشوري تي، سوسائٽيءَ طرفان، جنرل ايوب خان کي ميمورئنڊم موڪليو ويو.

صدر پاڪستان، جنرل محمد ايوب خان، سنڌي ماڻهن جا مطالبا منظور ڪيا ۽ 12 آڪٽوبر، 1962ع تي هڪ صدارتي حڪم نامو جاري ڪيو جنهن موجب سنڌي ٻوليءَ کي، انگريزن جي دور واري ساڳي حيثيت تي بحال ڪيو ويو.

(ب) (i) تنهن هوندي به، پنجاب کان بدلي تي آيل سول ۽ فوجي ڪامورن، سنڌي ٻوليءَ جي سلسلي ۾، پنهنجي رويي ۾، ڪا به تبديلي ڪانه آندي.

(ii) 4، مارچ، 1967ع تي حيدرآباد جي، تڏهوڪي ڪمشنر، مسرور الحسن، سنڌ دشمنيءَ جو ثبوت اهو ڏنو جو سنڌ يونيورسٽيءَ جي شاگردن (ڇوڪرن ۽ ڇوڪرين) جي، ڄامشوري کان موٽندڙ بسن تي، موجوده راجپوتانا اسپتال واري ميدان وٽ (اسپتال واري عمارت پوءِ ٺهي آهي)، ڪن غنڊن جي هٿان حملو ڪرايو جنهن ۾ ڪافي شاگرد ۽ شاگرديائون زخمي ٿيا.

هن واقعي تي پهرين حيدرآباد ۽ پوءِ سڄيءَ سنڌ ۾ هنگاما ٿيا. هن واقعي کان متاثر ٿي ان وقت سيني سنڌي اخبارن ۽ رسالن جي ايڊيٽرن، پنهنجن اخبارن ۽ رسالن ۾ ايڊيٽوريل ۽ ڪالم لکيا، جن ۾ هن واقعي کي سخت لفظن ۾ ننديو ويو.

ماهوار "روح رهاڻ" رسالي جي ايڊيٽر، محترم حميد سنڌيءَ، هن واقعي کي سخت لفظن ۾ ننديندي، پنهنجي رسالي جي ايڊيٽوريل ۾ لکيو ته:

> "اسان جي ماءُ، سنڌ يونيورسٽي، اڄ وري انقلابي دور مان گذري رهي آهي. ان جون ڀتيون، تاريخ جي لفظن لاءِ آتيون آهن. شاگرد هڪ مونجهارو ڪٽي سلجهائڻ وينا آهن. جنهن ڳالهه کي هنن اڄ محسوس ڪيو آهي، اها ڳالهه يارهن سال اڳ محسوس ڪرڻ کپي ها. شاگردن جو آواز سرزمين سنڌ جو آواز آهي، ۽ اُن منزل ڏانهن سندن تکي وک آهي، جنهن لاءِ سنڌ جو ٻچو ٻچو واجهائي رهيو آهي، ۽ ڀير ڪڙين مان ڪڍي رهيو آهي. سنڌي ٻوليءَ کي ڇيهائڻ جي ڪوشش ڪندڙ هيءَ اُها گهاٽي جي ڪائي آهي، جا ٻوليءَ کي پيڙينديءَ، اسان جي تعليمي ادارن ڏانهن وڌي آهي."

(iii) پنهنجي ساڳئي ايڊيٽوريل ۾ حميد سنڌي صاحب اسان جي ٻوليءَ واري عنوان هيٺ لکيو ته:

"مادري زبان جي اهميت، ڪا ن ڪير انڪاري هوندو پر هت انهيءَ اهميت ۽ تعليم جي اصولن کي پرزا پرزا ڪري اُڇلايو ويو آهي، ۽ تعليمي ادارن ۾ زوريءَ اردوءَ کي هر هنڌ گهيلي آندو ويو آهي. موجوده حالتن مان ائين ٿو لڳي ته سنڌي ٻولي ۽ ٻين علائقن ۾ ٻين مادري ٻولين، ٻنهي درسگاهن کان ٻاهر اُڇليون وينديون." (حميد سنڌي: 1967ع ايڊيٽوريل).

16. (الف) انهن حالتن هوندي به، سنڌ جي شاعرن، اديبن، عالمن، فاضلن ۽ محققن، سنڌي ٻوليءَ کي، هر صنف جي هر مضمون ۾ مالدار بنائڻ ۾ ڪابه ڪوتاهي ڪانه ڪئي. انهن جو حوصلو ويران وير وڌندو ويو. اُن جو وڏي ۾ وڏو ثبوت، محترم علي محمد شاهه راشديءَ جي، روزانه عبرت، 17، فيبروري، 1968ع ۾ لکيل تاثرات مان ملي ٿو جنهن ۾ هن فرمايو:

"سنڌيءَ ۾ تصنيف ۽ تاليف جو ڪم اهڙي زور شور سان، اسان جي ڏسندي ڏسندي شروع ٿيو، پر جيڪي ڪجهه اڄ تائين ٿي چڪو آهي سو حيرت ۾ وجهندڙ آهي. جيتري قدر منهنجو قياس آهي ته آزاد پاڪستان اندر جيترو علمي ۽ ادبي ڪم سنڌي ٻوليءَ ۾ ٿيو آهي، اوترو ٻيءَ ڪنهن به مقامي ٻوليءَ ۾ ڪونه ٿيو آهي. زيور مرڪا پنائي پر ڪا زيور نمڪائي ته ڏيکاري! سنڌي اهل قلم حضرات بلڪل ڪمال ڪري ڏيکاري آهي. خدا ڪين نظربد کان بچائي ۽ سنڌن هستيون بلند ڪري. هنن ملڪ جي وڏي علمي خدمت ڪئي آهي."

جڏهن ميان محمد حنيف صديقي يا ڊاڪٽر دائود پوٽو مرحوم، يا آءِ ڊ ڪا ٿاپا ڪائيندا، ڪتاب ڳولهيندا، ڳنهندا، اوڏر تي وٺندا پڙهي ويا سين، تڏهن اسان کي هي خواب و خيال به ڪونه هو ته اسان جي پنهنجن مان ڪو اهڙو نسل پيدا ٿيندو جو سمورو اباڻو لساني ورثو ۽ خزانو ڳولهي ڦولهي، هٿ ڪري، هميشه لاءِ محفوظ ڪري وٺندو.

اسان جي ابتدائي ڏينهن ۾ اڪثر ماڻهن کي ناٽڪي ڳائڻ جو شوق هوندو هو:

روئگي چپڙ ڪائيگي ميري بلئي

يا جيڪي جوان، ناٽڪي رنن ڪان رسندا هئا سي:

ديا رنج پہ رنج بتون ني مجهي

ميري مولا، بلالو مديني مجهي.

ڳائيندا وتندا هئا. ڪنهن کي اها اُميد هئي تہ اهي ساڳيا ماڻهو چچ نامہ، تاريخ معصومي، تاريخ ظاهري، تحفت الڪرام، بيگلار نامہ ۽ مڪلي نامہ وغيره جهڙن خشڪ ڪتابن ڏانهن مڙي پوندا، يا پنهنجن زنده جاويد املهہ ماڻڪ شاعرن کي ڳولي، انهن جي ٻولي ٻولڻ لڳندا. شاعرن جو ذڪر چڙيو آهي تہ منهنجي هيءَ ڳالهہ بہ ٻڌي ڇڏيو تہ اڄ هن زماني ۾ ڪي اهڙا شاعر بہ ڏسان ٿو جن جو ڪلام ڪنهن ڏينهن، سنڌيءَ جي، ڪلاسيڪي شاعرن جي ڪلام سان ڪلهو گسائيندو نظر ايندو. ممڪن آهي تہ منهنجو اندازو غلط هجي، يا اڄ سنڌي شعر، سنڌي ادب يا سنڌي زبان کان پوريءَ طرح واقف نہ هجان، پر جيتري قدر خدا تعاليٰ مون کي سمجهہ ۽ پروڙ ڏني آهي، اُن کان مدد وٺندي، اڄ سنڌ ٻڌائن کي هيءَ خوشخبري ڏيڻ گهران ٿو تہ اسان جي اکين اڳيان، نوان لطيف، سچل، بيدل، خير محمد ۽ مصري شاهہ پيدا ٿي چڪا آهن، جن جي مُئي پڇاڻان، ماڻهو سندن ڪلام کي، ساڳئي ذوق شوق سان چنبڙي پوندا.

"مُئي پڇاڻان" جو شرط ان ڪري لاڳو ڪري رهيو آهيان جو اسان جي قوم جي هيءَ خاصيت رهي آهي تہ پنهنجن جيئرن کي ڏنڀ ڏيندا آهيون، مگر جڏهن اُهي مري ويندا آهن تہ اُن ڪان پوءِ اُنهن تي قبا اڏي، مٿي تي مولها ٻڌي يڪتارا هٿن ۾ کڻي، انهن جا اکر ڳائيندا پٽيندا وتندا آهيون. هي موقعو نہ آهي، نہ تہ اڪيچار مثال عرض ڪري ڇڏيان ها. ٻي ڳالهہ هيءَ آهي تہ انهن شاعرن جا نالا بہ

نئو پڏايانئون. سبب هيءُ آهي تہ جيئن پينو پينوءَ کي ڪونہ سهي، تيئن شاعر بہ شاعر کي ڪونہ سهي، تنهنڪري جيڪڏهن نالا پڌائيندس، تہ وڏو خونام مچي ويندو.

بهرحال، حقيقت هيءَ آهي تہ سنڌي ادب ۾ علم، شعر ۽ تاريخن جي ترقي ڏسي، منهنجي دل بهار بهار پيئي ٿئي. آءٌ انهن بد خابرن جي هوند زبان وڌي چڏيان، جيڪي هيءُ چوڻ گهرن ٿا تہ سنڌي مري رهي آهي، يا سنڌيءَ جهڙي غير فاني زبان، جيڪا هزارين سالن جون لهرون لوڏا جهلي، هن منزل تي پهتي آهي سا فنا ٿيڻ جي قريب آهي. مون کي يقين ڪامل آهي تہ جيستائين لولي ڏيندڙ مائرون مري ختم ڪونہ ٿيون آهن، اوستائين ٻوليءَ جو وار بہ ونگو ٿيڻو ڪونہ آهي. مون کي سنڌي ٻوليءَ جو ڪوبہ دشمن نظر ڪونہ ٿو اچي. اهو خطرو ئي اجايو آهي.

پر منهنجي چوڻ جي هيءَ مراد نہ آهي تہ تصنيف ۽ تاليف جي ميدان ۾ اڃا وڌڻ لاءِ هينئر گنجائش ڪانہ رهي آهي. منهنجي نظر ۾ نوان زمانا اچي ويا آهن، ۽ هر طرف ترقي ٿي رهي آهي. عملي ميدان، خاص طور وسيع کان وسيع رهيا آهن، ۽ انهن ميدانن ۾ لوچڻ ريءَ لعل ڪونہ لڀڻا آهن.“ (علي محمد شاهہ راشدي: 17 فيبروري 1968ع روزانہ عبرت ۾ چيپل ڪالم).

(ب) (i) پير علي محمد شاهہ راشديءَ جو چپيل اهو ڪالم، سنڌي ٻوليءَ لاءِ هڪ وڏي بشارت آهي، جنهن جا ثبوت اڄ ملي رهيا آهن، جن جا ڪي مثال ايندڙ صفحن ۾ ڏنا ويا آهن.

17. (الف) پڙهندڙن کي اهو چڱيءَ طرح معلوم آهي تہ مملڪت اسلامي جمهوريہ پاڪستان جي 1973ع واري آئين جي منظور ٿيڻ کان هڪ سال اڳ، پاڪستان پيپلز پارٽيءَ جي شهيد ذوالفقار علي ڀٽي صاحب جي حڪومت پهرئين دور جي شروع وارن سالن ۾ يعني 7 جولاءِ 1972ع تي، سنڌ اسيمبليءَ Sindhi Language Act پاس ڪيو جنهن موجب سنڌ صوبي ۾ سنڌي ٻوليءَ کي اها ئي حيثيت ملڻي هئي، جيڪا انگريزن جي حڪومت واري دور ۾ اُن کي حاصل هئي.

(ii) تعجب جي ڳالھ ھيءَ آھي تہ سنڌ سرڪار سنڌي ٻوليءَ جي 1972ع واري ائڪٽ تي اڃا تائين ڪوبہ عملي قدم کنيو ئي نہ تہ ڪراچيءَ ۾ اردو ڳالھائيندڙ ماڻھن مان ڪن حلقن طرفان، اُن بل جي منظور ٿيڻ کان فوراً پوءِ، اُن جي نفاذ جي خلاف سخت احتجاج ڪيو ۽ ڪراچيءَ ۾ ھنگاما شروع ڪري ڇڏيا. اُن کان پوءِ تہ سڄيءَ سنڌ ۾ لساني جھڳڙا شروع ٿي ويا.

(ب) ھن بل جي منظور ٿيڻ کان پوءِ، اردو دان طبقي سمجھيو تہ ھاڻ سنڌن زبان (اردو) کي ختم ڪيو ويندو. اردوءَ جو ھاڻ سنڌ ۾ وجود ئي نہ رھندو ۽ جيئن ون يونٽ واري زماني ۾ ڪٽر بيوروڪريٽس، سنڌي ٻوليءَ کي ختم ڪرڻ پئي چاھيو تيئن ھاڻ، اردو درس و تدريس جي ٻولي نہ رھندي. انھيءَ بي اعتماديءَ جو نتيجو اھو نڪتو جو ڪراچي، حيدرآباد، سکر، ميرپورخاص، نواب شاھہ ۽ ڪن ٻين شھرن ۾ اردو ڳالھائيندڙ آباديءَ اعتراضي جلسا ڪيا ۽ ھنگاما ڪيا.

(ت) انھن ھنگامن، اسلام آباد ۾ تڏھوڪي صدر پاڪستان، شھيد ذوالفقار علي ڀٽي جو ڌيان ڇڪايو. شھيد ڀٽي، سنڌ مان سنڌي دان ۽ اردو دان اڳواڻن تي مشتمل ھڪ ڪميٽي جوڙي. سنڌ جي اڳواڻن ۽ اديبن مان سائين جي.ايم سيد، قاضي فيض محمد ۽ شيخ اياز کي اسلام آباد گھرايو. سائين جي.ايم سيد، اھو جواب ڏيئي، اسلام آباد وڃڻ کان انڪار ڪيو تہ ھڪ چونڊيل اسيمبليءَ جي فيصلي ۾ ترميم ڪرڻ جو حق ڪنھن بہ شخص يا اڻ چونڊيل ماڻھن يا ڪميٽيءَ کي نہ آھي، ان ڪري آءٌ احتجاج طور اُن ڪميٽيءَ ۾ شامل ٿي، اسلام آباد وڃڻ کان انڪار ٿو ڪريان ۽ پنھنجو احتجاج، تاريخ اڳيان رڪارڊ ڪريان ٿو.

(ث) (i) 1973ع ۾ شھيد ذوالفقار علي ڀٽي جي سربراھيءَ ۾ ٻن سالن جي عرصي اندر مملڪت پاڪستان لاءِ آئين جوڙي يڪراءِ بحال ڪرايو ويو. 1973ع واري آئين ۾ قومي ۽ صوبائي ٻولين جي باري ۾ واضح طور آئين جي شق (3)، 251 ھيٺ ڄاڻايل آھي تہ:

> ”قومي ٻوليءَ جي حيثيت کي قائم رکندي ڪابہ صوبائي اسيمبلي، قومي ٻوليءَ سان گڏ، صوبائي ٻوليءَ جي سکيا ۽ اُن جي استعمال لاءِ قانوني اُپاءَ وٺي سگھي ٿي.“

(ii) 1973ع ۾ پاڪستان جي نئين آئين جي منظور ٿيڻ کان پوءِ، شهيد ذوالفقار علي ڀٽي، پاڪستان جي وزيراعظم جي حيثيت ۾ قومي اسيمبليءَ ۾ 15 جولاءِ 1972ع تي (سنڌي ٻولي ائڪٽ منظور ٿيڻ کان پوءِ)، ميمبرن کي خطاب ڪيو جنهن ۾ سنڌي ٻوليءَ لاءِ فرمايائون:

"سنڌي هڪ قديم زبان آهي. جڏهن انگريزن سنڌ تي قبضو ڪيو تڏهن سرچارلس نيپيئر چيو هو ته زبان سان هٿ چراند ڪرڻ جي ڪابه ڪوشش نه ڪئي وڃي. جڏهن سنڌ، بمبئيءَ سان شامل هئي، تڏهن بمبئي يونيورسٽيءَ ۾ به سنڌي پڙهائي ويندي هئي، ۽ 1958ع تائين اُها سنڌ ۾ سرڪاري زبان هئي، جنهن کان پوءِ مارشل لا وارن، زباني حڪم جاري ڪري، اُن تي بندش وڌي.

سنڌ اسيمبليءَ طرفان، سنڌي ٻوليءَ واري منظور ڪيل بل تي عمل ڪرڻو پوندو ڇاڪاڻ ته مان نٿو چاهيان ته سنڌ جي عوام ۾ پاڪستان لاءِ نفرت پيدا ٿئي. اردوءَ کي ڪوبه خطرو ڪونهي، ڇاڪاڻ ته اُها برصغير ۾ ڳالهائي وڃي ٿي. پر سنڌيءَ لاءِ خطرو پيدا ڪيو ويو هو ۽ اهو ئي سبب آهي جو سنڌ جي ماڻهن جا جذبات شديد ٿي ويا آهن. مان سنڌ جي عوام جي حقن کي غصب ڪرڻ نٿو چاهيان، ۽ نه ئي وري سنڌن زبان يا ثقافت کي تباهه ڪرڻ گهران ٿو." (شهيد ذوالفقار علي ڀٽو: 15 جولاءِ 1972ع)

(ج) "سنڌي ٻوليءَ جي ارتقا" ڪتاب ۾ صفحي 77 تي اهو بيان ڪيو ويو آهي ته:

"سنڌي هڪ زنده جاويد زبان آهي، جنهن جو وجود هڪ اهڙيءَ ته ترقي پذير زبان وانگر آهي، جيڪا ڪنهن به ٻيءَ زبان جي لفظن کي پنهنجي وجود ۾ شامل ڪري، انهن کي هضم ڪرڻ جي قوت ۽ صلاحيت رکندي آهي. جتي هزارين عربي ۽ فارسي ٻولين جا لفظ سنڌي ٻوليءَ جي لغات جو حصو بڻجي ويا آهن، اُتي ٻنهي تهذيبن (عربي ۽ سنڌي تهذيب) جي ميل جول ڪري، ڪيترائي روزمره جي استعمال وارا سنڌي ٻوليءَ جا لفظ عربي لغات جو به حصو بڻيا. عرب سياحن، محققن، جاگرافيدانن ۽ مؤرخن، سنڌ ۾

پنهنجي سفر دوران، سنڌي ٻوليءَ جو وجود ۽ اُن جي وسعت جو گهڻو ذڪر ڪيو آهي.“ (الانا، غلام علي، ڊاڪٽر: 2006ع ص 77).

18. (الف) پاڪستان جي قائم ٿيڻ کان پوءِ، سنڌي ٻوليءَ کي پنهنجي بقا ۽ جيئڻ ڪاڻ، وڏن وڏن مسئلن ۽ سازشن کي منهن ڏيڻو پيو جيئن اڳ ۾ عرض ڪيو ويو آهي.

(ب) انهن ڳالهين جي باوجود، اُن زماني ۾ آمريڪا، يورپ، اڳوڻي سوويت يونين جي رياستن، آفريڪا، وچ مشرق، ڏور مشرق، سوڊان، سري لنڪا ۽ نيپال وغيره جهڙن ملڪن جي اديبن، محققن، شاعرن ۽ ماهرن، شاهه لطيف کان سواءِ، جديد تحقيق جي اصولن موجب، علم اللسان ۽ علم الانسان جي حوالي سان سنڌ جي ثقافت، سنڌي ٻولي ۽ جديد سنڌي ادب جو مطالعو ڪرڻ شروع ڪيو.

برطانيه جي لنڊن يونيورسٽيءَ جي ”اسڪول آف اورئنٽل اينڊ آفريڪن اسٽڊيز“ (S.O.A.S)، ليڊز ويلز اسيڪس، آڪسفورڊ ۽ ڪيمبرج يونيورسٽين ۾ نيدرلئنڊس جي هيلسنڪي ۽ فنلئنڊ جي ادارن ۾، ماسڪو جي انسٽيٽيوٽ آف اورئنٽل اسٽڊيز ۾، فرانس جي سوربورن يونيورسٽي، پئرس ۾، جرمنيءَ جي بون، همبولڊ يونيورسٽي برلن، آمريڪا جي هارورڊ، پينسلوانيا يونيورسٽي، يونيورسٽي آف ٽئڪسز ائٽ آسٽن ۾ يونيورسٽي آف شڪاگو ۽ فري يونيورسٽيءَ ۾ سنڌي زبان ۽ سنڌي ادب جي سلسلي ۾ تحقيقي ڪم ٿيو آهي. انهن يونيورسٽين جي ماهرن ۾، ڊاڪٽر سورلي، پروفيسر مچل، ڊاڪٽر شئڪل، پروفيسر ٽرنر، ڊينيئل جونز ڊاڪٽر ڊيلس، ڊاڪٽر فيئر سروس، لوئيز فليمس کان سواءِ يورپي يونين جي ڊاڪٽر تربياني، ڊاڪٽر ائنيمري شمل، مسٽر گرگ ليوبڪي، ڊاڪٽر هيلن باسو ڊاڪٽر بيئينا، پروفيسر ڊاڪٽر گئنڪو وسڪي ۽ ڊاڪٽر رايا ايگورا وا جهڙن ودوانن طرفان سنڌي ٻولي، سنڌي ثقافت، سنڌي ادب ۽ آرڪيالاجيءَ جي سلسلي ۾ ڪيل تحقيق، سنڌ ۽ سنڌي ٻوليءَ جو مان مٿاهون ڪيو آهي.

(ب) ڊاڪٽر شمل تـه سنڌ الاجيءَ متعلق، ڪمال درجي جي عالم ۽ ودوان ٿي گذري آهي، جنهن سنڌي ٻولي، سنڌي تصوف، شاهه لطيف، سچل سرمست ۽ سنڌي ادب جي تاريخ تي وڏو تحقيقي ڪم ڪيو آهي، ۽ سنڌي ٻولي ۽ سنڌي ادب کي بين الاقوامي ٻولين جي صف ۾ آڻي بيهاريو آهي.

(ت) اهڙيءَ طرح ڪئناڊا جي عيسائي مبلغن، سنڌ ۾ اچي، سنڌي زبان سکڻ ۽ سنڌي زبان جي سيکارڻ لاءِ شڪارپور ۾ مرڪز قائم ڪرڻ کان سواءِ، ”عملي سنڌي زبان“ (Functional Sindhi) واري عنوان تي، ناياب ۽ واڪاڻ جوڳو مواد تيار ڪري، سنڌي عوام اڳيان آندو آهي.

19. (الف) 1947ع ۾، ورهاڱي کان پوءِ، سنڌ جو پڙهيل ڳڙهيل هندو طبقو اُستاد، اديب، شاعر، عالم، ودوان، محقق، ادبي ادارن، سنڌي ڇاپخانن جا مالڪ، قوم پرست ۽ سياستدان، سنڌ ڇڏي ڀارت لڏي ويا. اهي سڀ هتان خالي هٿين ويا هئا.

(ب) ڀارت لڏي وڃڻ کان پوءِ، محلن ۽ ماڙين جي اُنهن مالڪن، بمبئي ۽ ٻين شهرن ۾، ڪئمپن ۾ پناهه گير تي جيڪا ذلت واري زندگي گذاري، ۽ پنهنجي وجود، سنڌي هجڻ واري سڃاڻپ ۽ پنهنجي مادري زبان سنڌيءَ جي بقا ۽ بچاءَ لاءِ جيڪي ڏک ڏٺا، جيڪي سور سٺا، جتن ڪيا، اُنهن لاءِ جيڪا سياسي جنگ ڪئي، تنهن جو سربستو احوال، ڀارت جي ڏار ڏار شهرن ۾ آباد سنڌين جي ڪهاڻين، ناولن، ناٽڪن، مضمونن، ڪالمن، شعر وشاعريءَ جي مختلف صنفن ۾ پريو پيو آهي.

(ت) ڀارت لڏي ويل سنڌين جي سامهون جيڪو سڀ کان وڏو مسئلو هو سو هو سندن سنڌي هجڻ جي ناتي سندن سڃاڻپ، پنهنجي مادري زبان سنڌيءَ جو بقا ۽ بچاءُ ڪرڻ ۽ اُن کي پنهنجن گهرن ۽ پنهنجي سنڌي سماج ۾ قائم رکڻ، پنهنجي سنڌي سڀيتا ۽ سنسڪرتيءَ کي سنڀالڻ ۽ اُن کي بچائڻ.

هنن وڏي محنت ڪئي، ڪنهن به ڪم ڪرڻ کان ڪين ڪيٻاياڻون. سندن انهيءَ محنت ۽ مشقت سان، هنن پاڻ کي به بچايو پنهنجي سنڌي هجڻ واري سڃاڻپ ۽ حيثيت کي به قائم رکيائون، ۽ ساڳئي وقت هنن پنهنجي امڙ سنڌي ٻوليءَ کي بچائي ورتو.

ورهاڱي کان اڳ سنڌ ۾ جيڪي اديب، شاعر، محقق ۽ ڇاپخانن جا مالڪ هئا، تن اُتي ٿوري ئي عرصي اندر ادبي ادارا قائم ڪيا ۽ بيشمار ڪهاڻين، مضمونن ۽ شعر جا ڳٽڪا ڇپائي ورتائون. هنن اتي ناول ۽ ناٽڪ لکيا ۽ انهن کي هڪ ٻئي پٺيان ڇپائيندا ويا. اهڙن اديبن ۽ شاعرن مان لوڪناٿ جيتلي، ڪيئلداس

ڀالاڻي، ليکراج عزيز هرومل سدارنگاڻي، هري دلگير، نارائڻ شيام، گوبند مالهي، ايشور شرما، آنچل، ڪرشن راهي، موتي پرڪاش، سگن آهوجا، پرسرام ”ضيا“، اُتم، ڪيرت ٻاٻاڻي، گوبند پنجابي، رام پنجواڻي، ڀڳونتي ناواڻي، پوپٽي هيرانندڻي، سندري اُتمچندداڻي، پروفيسر لڇمڻ ڀاوناڻي، ڊي ڪي منشاراماڻي ۽ ٻين ڪيترن اديبن ۽ شاعرن. ڀارت جي ڌار ڌار شهرن ۾ ڇڙوڇڙ هوندي به ممبئي، پوني، ٺاڻي، اُلهاس نگر، ڪلڪتي، لکنؤ، احمدآباد، ڄئه پور، اورنگ آباد، حيدرآباد، جوڌپور، اجمير، جيسلمير ۽ احمدآباد جهڙن شهرن ۾ پنهنجون سنڌي ادب جون انجمنون ٺاهيون. جن ڀارت جي انهن شهرن ۾ آباد سنڌين جي ادبي ۽ سماجي سرگرمين کي تيز ڪيو.

انهن سماجي ۽ ادبي منڊلين ۾ ”اکل ڀارت سنڌي ٻولي“، ”گجرات سنڌي اڪادمي احمدآباد“، ” وينا پبليڪيشن“ ۽ ”سنڌي ساهتيه مالا“، ”الهاس نگر“ وغيره ۽ سرڪاري طرح ”سنڌي ساهتيه اڪادمي دهلي“ انهن ادبي منڊلين سنڌي ٻولي ۽ سنڌيت جي بقا، بچاءَ ۽ جاڳرتا لاءِ وڏو ڪم ڪيو. ڪونج رسالي جي، ”چيتي چنڊ سنڌيت“ پرچي جي ايڊيٽوريل ۾ ڄاڻايل آهي ته:

> ”اکل ڀارت سنڌي ٻولي ۽ ساهتيه سڀا، “ ڀارت ۾ هڪ اهڙو سنڌي ادارو آهي جنهن ويهه سال لڳاتار هلچل هلائي، سنڌي ٻوليءَ کي ڀارتي وڏان جي ائين شيڊول ۾ داخل ڪرائڻ ۾ اهم ڀاڱ ورتو.
>
> گوبند مالهي، ڀڳونتي ناواڻي ۽ پروفيسر پنجواڻيءَ، شهر شهر ۽ ڳوٺ ڳوٺ جي سنڌي وستين ۾ وڃي، سنڌيت جي پيغام سان گڏ، ٻوليءَ کي وڏان ۾ داخلا لاءِ ڏوڙي دکائيندا رهيا، جنهن ۾ ڪين سيني سياسي پارٽين جو سهيوڳ رهيو. 10 اپريل، 1967ع تي، سنڌي ٻوليءَ کي ائين شيڊول ۾ داخل ڪيو ويو“ (نند ڇگاڻي: ڪونج پرچو مارچ – اپريل 2008ع ص 11).

(ث) ڀارت ۾ رهندڙ سنڌين ۾ سنڌي ٻوليءَ جي لپيءَ جي سلسلي ۾ نااتفاقي شروع ٿي، جيڪا اڄ به منجهن نظر اچي ٿي. هڪڙن جو خيال هو ته سنڌي ٻولي، عربي – سنڌي رسم الخط جي بجاءِ، ديوناگري رسم الخط ۾ لکي وڃي، ته ٻين جو خيال هو ته سنڌي ٻوليءَ جي هيڏيءَ وڏي علمي، ادبي ۽ لغوي خزاني

کيٖ بچائڻ لاءِ سنڌي ٻوليءَ لاءِ ساڳيو عربي — سنڌي رسم الخط جاري رکيو وڃي. انهيءَ مسئلي، ڀارت ۾ رهندڙ سنڌي ماڻهن جي ايڪتا ۽ ٻڌيءَ کي وڏو ڇيهو رسايو. نيٺ چڱن مڙسن اهو فيصلو ڪيو ته اهو عام ماڻهن تي ڇڏيو وڃي، جنهن کي جيڪو رسم الخط وڻي، اُن ۾ هُو سنڌي ٻوليءَ ۾ لکپڙهه ڪري. ان سلسلي ۾، ڪونج رسالي جي ايڊيٽر، پنهنجي "چيٽي چنڊ سنڌيت سيمينار" پرچي ۾ لکيو آهي ته:

> "لپيءَ جو لڦڙو پوري سماج کي گھڻڙ ڪان جهلي ويهي رهيو. عوام سنڌي ٻوليءَ کان ٿهندو ويو. ٻڌي ٽُٽي پئي. انگريزي ماڌيم ڏانهن ڀاڄ جي نتيجن طرف اکيوت ڏاڍي مهانگي پئجي وئي. هاڻ سنڌي اسڪول آڱرين تي ڳڻڻ جيترا مس بچيا آهن. انهن ۾ به سنڌي پڙهندڙ شاگردن جو ڏڪار آهي.
>
> لپيءَ جي لڦڙي وڏي قرباني ورتي. اڄ ڀلائي اُن ۾ آهي ته اهو شاگردن تي ڇڏي ڏيون ته ڀل ڪهڙي به لپيءَ ۾ پڙهن." (ڪونج رسالو مارچ - اپريل 2008ع، ص 11).

(ج) انهيءَ هوندي به ڀارت ۾ سنڌي جنهن جنهن رياست جي جنهن جنهن شهر ۾ آباد آهن، اُتي اُنهن پنهنجي "سنڌي سڃاڻپ سنڌي هجڻ" پنهنجي پنهنجي ماتر ڀاشا، پنهنجي اُتم سڀيتا جي سنڀال ۽ پنهنجي ڌنڌي ڪاروبار ۾ ڀاڻ مچايو آهي. ڀارت جي هر اُها رياست جتي سنڌي ماڻهو آباد آهن، مثال طور دهلي، مهاراشٽر، گجرات، راجستان، ڀوپال، آندرا پرديش، اُتر پرديش، هرياڻا وغيره ۾ هنن سنڌي ٻولي، سنڌي ادب ۾ سنڌي سڀيتا لاءِ وڏو ۽ مثالي ڪم ڪيو آهي. مهاراشٽر رياست ۾ ممبئي ۽ پوني يونيورسٽين ۾ سنڌي ادب ۽ سنڌي لسانيات جي شعبن ۾ ايم.اي، ايم. فل ۽ پي.ايڇ. ڊي ڊگرين تائين پڙهائي ۽ تحقيق جو سلسلو جاري آهي. اهڙيءَ طرح دهلي يونيورسٽيءَ ۾ ماڊرن لئنگئيجز واري شعبي ۾ سنڌي ٻولي ۽ ادب جي سلسلي ۾ ايم.اي، ايم.فل ۽ پي.ايڇ. ڊي جي ڊگريءَ لاءِ تعليم ڏني ويندي آهي. اهڙيءَ طرح راجستان جي ڪن ڪاليجن ۾ به ايم.اي تائين پڙهائي ڪري سگهجي ٿي. ممبئيءَ ۾ سنڌين جا ڪيترائي اسڪول ۽ ڪاليج آهن، جن مان ڪن ۾ سنڌي ٻولي ۽ ادب پڙهايو ويندو آهي.

14. (الف) (i) ڀارت ۾ سنڌ مان لڏي ويل سياستدانن، اديبن ۽ شاعرن، پنهنجي وجود جي ڄاڻ، پنهنجي سنڌي هجڻ جي سڃاڻپ ۽ پنهنجي سڀيتا ۽ مادري زبان سنڌيءَ لاءِ ڀارت ۾ ٻه ڀاڻ پتوڙيو ۽ ڀارت جي ڪانسٽيٽيوشن جي اٺين شيڊيول ۾ سنڌي ٻوليءَ کي شامل ڪرائي، ڀارت ۾ سنڌي ٻوليءَ کي هميشه لاءِ زنده رکڻ ۾ ڪاميابي حاصل ڪري ورتي.

ڀارت ۾ لڏي ويلن مان هڪ عظيم سنڌي شاعر، نارائڻ شيام، پنهنجي مادري زبان جي محبت ۾ فرمايو:

جيڳجل منڙي لوءِ،

سنڌي لوليون ننڊ ۾،

ٻڌبيون هن ڪان پوءِ.

(ii) پنهنجي سنڌي هجڻ واريءَ سڃاڻپ جي سلسلي ۾ سنڌي زبان جي هڪ وڏي ودوان شاعر، ڊاڪٽر موتي پرڪاش، پنهنجي هڪ نظم ۾ فرمايو:

آنديءَ ۾ جوت جلائڻ وارا، سنڌي،

مٽيءَ کي سون بنائڻ وارا، سنڌي.

مطلب تہ سنڌين پنهنجين سرگرمين کي جاري رکيو آهي. اهڙين سرگرمين ۾ ادب ۽ سڀيتا جا ادارا، جن طرفان رسالا ڪڍيا ويا، اهڙن رسالن "نئين دنيا"، "ڪونج" ۽ "سپون" رسالا آهن، جن ڀارت ۾ ترقي پسند تحريڪ ۾ سنڌي اديبن ۽ شاعرن جي رهنمائي ڪئي.

انهن رسالن کان سواءِ "ساهت ڌارا"، "آکاڻي"، "رابيل"، "سنگيتا" ۽ ٻيا ٻہ ڪيترائي رسالا جاري ڪيا ويا. جنهن سبب ڀارت ۾ سنڌي ادب ۾ وڏيڪ ترقي آئي. نوجوان شاعر ۽ اديب انهن رسالن ۾ زور شور سان لکڻ لڳا. مطلب تہ ورهاڱي کان پوءِ ڀارت ۾ گذريل سٺ سالن ۾ گهڻو ڪجهہ لکيو ويو آهي، پر اهو هڪ ڌار موضوع آهي.

حاصل مطلب تہ ڀارت جي سنڌي اديبن ۽ شاعرن جون اهي ڪاوشون، سنڌ مادري زبان سنڌي ۽ سندن سنڌي هجڻ واري شناخت قائم رکڻ ۾ ڪامياب ثابت ٿيون آهن.

(ح) ڀارت ۾ ”سنڌي ساهتيه اڪادمي دهليءَ“ کان سواءِ ٻيو يونين، سرڪاري ادارو ”نئشنل ڪائونسل فار ڊيولپمينٽ آف سنڌي لئنگئيج“ (NCDSL) آهي. هن اداري جو ڪم سنڌي ٻوليءَ کي ترقي ڏيارڻ آهي. اهي ٻ انهن کان سواءِ ٻيا اُهي ادارا به آهن، جن کي اسٽيٽ سرڪار طرفان مالي مدد ڏني ويندي آهي. ممبئي يونيورسٽيءَ جي سنڌي شعبي طرفان ڪيترائي معياري ڪتاب شايع ڪرايا ويا آهن.

اهڙيءَ طرح گانڌيدام، آديپور ۾ جاتيءَ جي ڪن شخصيتن جي ڪوششن سان، ”انڊين انسٽيٽيوٽ آف سنڌالاجي“ قائم ڪيو ويو آهي. هي ادارو قائم ڪرڻ ۾ ڊاڪٽر ستيش روهڙا ۽ ڪن ٻين ساٿين کي داد ڏيڻي سگهجي ٿو.

20. (الف) هن کان اڳ وارن صفحن ۾ ڀارت ۾ سنڌي ٻوليءَ جي بقا ۽ بچاءَ ۽ سنڌي سڀيتا ۽ سنڌي هجڻ جي سڃاڻپ کي قائم رکڻ لاءِ، ڀارت ۾ لڏي ويل سنڌين وڏيون وڏيون قربانيون ڏنيون آهن.

هن مقالي ۾ پڙهندڙن جو ڌيان، منهنجي اُن مقالي طرف ڇڪائڻ چاهيان ٿو جنهن جو عنوان هو: ”ڇا ڀارت مان سنڌي ٻولي ختم ٿي سگهي ٿي؟ اهو مقالو ٽماهي ”سپون“ رسالي جي آڪٽوبر – نومبر – ڊسمبر 2006ع واري پرچي ۾، صفحي 19 کان 30 تائين شايع ٿيو هو.

جيئن اسان وٽ پاڪستان ۾ بلوچستان جي اڳوڻي لس ٻيلي رياست، سبي، ڪيتران ۽ جدگال وارن خطن ۾ هزارين سالن کان رهندڙ سنڌين، جن وڏا وڏا سگهڙ سالڪ، شاعر ۽ نثر نويس پيدا ڪيا آهن، تن جي ٻوليءَ ۽ ثقافت کي، اسان سنڌ وارن، پاڪستان جي قائم ٿيڻ کان پوءِ پنهنجو نه سمجهي، انهن جي ڪابه پرگهور ڪانه لڌي آهي، تيئن ڀارت ۾ ورهاڱي کان هزارين سال اڳ ڪڇ، ڪاٺياواڙ جوڌپور، اجمير، ميواڙ مارواڙ جيسلمير، بيڪانير ۽ ٻين اڳوڻين ڀارتي رياستن ۾ رهندڙ مقامي سنڌين، جن جا ورهاڱي کان اڳ سنڌ سان گهاٽا واسطا رهيا هئا، تن کي ڀارت ۾ لڏي ويندڙ سنڌي مهاجرن، پنهنجو نه سمجهي، انهن جي ڪابه پرگهور ڪانه لڌي. ايتري قدر جو لڏي ويل سنڌي، جيڪي هاڻ وڏا دولتمند ٿي ويا آهن، اُهي اُنهن قديم ڀارتي سنڌي جاتين — لنگها، ميراسي، مڱڻهار جت، ڪنٻير، سوڍا، سميجا، چارڻ، متوا، پٽ، سومرا،

ريباڙي، هاليپوتا، نوتيار، ڪولهي ۽ مينگهواڙ— سان ڪيڪارڻ مهل هٿ ڪونہ ملائين، اُنهن کي پنهنجي پير ۾ بہ ڪَڏهن ويهڻ ڪونہ ڏين. اهي سڀ ذاتيون، سنڌي سڀيتا ۽ ٻوليءَ کي، هزارين سالن کان سانڍيندڙ اچن. اهي سڀ جاتيون پاڻ کي سنڌي سڏائين ۽ پاڻ ۾ سنڌي ڳالهائين.

(خ) سنڌي ساهت کان سواءِ، سنڌي سڀيتا جي واڌاري لاءِ سنڌي جاتيءَ طرفان جهوليلال جا ميلا لڳايا ويندا آهن، جتي سنڌي راڳ رنگ جون محفلون رچايون وينديون آهن. جهولي لال جو ميلو سنڌي مهيني چيٽ جي پهرينءَ تاريخ کان شروع ٿيندو آهي ۽ ڏار ڏار شهرن ۾ رهندڙ سنڌي، جهولي لال جو ميلو لڳائيندا آهن.

(د) ڀارت ۾ رهندڙ انهن قديم سنڌين جي باري ۾ ڊاڪٽر پرسي گدواڻيءَ، پروفيسر جهمٽ مل ڀاوناڻي، هيري ٺڪر، ڊاڪٽر مرليڌر جيٽلي، ڊاڪٽر جيٺي لالواڻيءَ، جهمي چڳاڻيءَ، پريتم ورياڻي ۽ ڊاڪٽر ڪشني قلواڻيءَ واکاڻ جوڳو ڪم ڪيو آهي. انهن سڀني محققن، پنهنجن تحقيقي مقالن ۽ ڪتابن ۾ اهو ڄاڻايو آهي تہ ڀارت جي انهن خطن ۾ رهندڙ قديم سنڌي جاتين ڪيترائي وڏا وڏا شاعر، اديب، سياڻا، سگهڙ، تاريخ نويس ۽ لوڪ ادب جا وڏا ڄاڻو پيدا ڪيا آهن.

سنڌ جي انهن قديم ماڻهن، ورهاڱي جي باوجود، پنهنجن اصلي ماڳن ۽ مڪانن مان هجرت ڪانہ ڪئي، پر اُتي ئي رهي، پنهنجي سڃاڻپ، پنهنجي سڀيتا ۽ مادري ٻوليءَ کي قائم ۽ دائم رکيائون. اُنهن جي مٿان، ورهاڱي کان اڳ، هزارين سالن کان غير — سنڌي حڪمرانن جي حڪومت هجڻ جي باوجود، هنن پنهنجي سڀيتا ۽ ٻوليءَ کي پٺي بچايو آهي. ڊاڪٽر پرسي گدواڻيءَ، ڪڇ جي باري ۾ ڪيترائي مضمون ۽ ٽي چار ڪتاب بہ لکيا آهن. هن سلسلي ۾ پنهنجي ڪتاب: "سنڌي ٻوليءَ جي زيارت" ۾ پنهنجي ڪڇ واري سفر کي ڊاڪٽر گدَواڻي، سنڌي ٻوليءَ ۽ ڪلچر جي زيارت ٿو ڪوٺي، ۽ لکي ٿو تہ:

"ها! اها منهنجي سنڌي ٻولي ۽ سنڌي ڪلچر جي زيارت ئي هئي، هر دفعي ٻنيءَ ۾ ڪڇ ۾ ٻوليائي اپياس لاءِ ويندو آهيان تہ اُن دوري کي، سنڌي ٻوليءَ ۽ ڪلچر جي زيارت ئي سمجهندو آهيان، ڇو تہ

پنهنجيءَ جهڙو علائقن سنڌي ٻوليءَ ۽ ڪلچر جي انيڪ پهلوئن کي ساهه سان سانڍي ويٺو آهي.

پنهنجيءَ جي سنڌين، انيڪ ڪشٽ ۽ ڪشالا سهندي به سنڌي ٻوليءَ کي زنده رکيو آهي. انهن سڀني جي ڪري اُتي وڃڻ، اُتان جي ٻوليءَ جو اڀياس ڪرڻ ۽ اُتان جي ڪلچر جو مزو ماڻڻ، ڪنهن به درگاهه تي وڃي، سجدي ڪرڻ کان گهٽ ڪونهي آهي، يا ڪنهن تيرٿ آستان تي وڃي، اُتي مندر مورتيءَ اڳيان متو ٽيڪڻ کان گهٽ ڪونهي آهي.

هر دفعي پنهنجيءَ سنڌي امڙ جو نئون ۽ نرالو روپ، ڏسندو آهيان ۽ اُن جي ٻوليائي قسمن جو اڀياس ڪري، پنهنجي سنڌڙي امڙ جي شاهوڪاريءَ اڳيان سجدو ڪندو آهيان، ۽ اُن جي شاهوڪار ڪلچر اڳيان متو ٽيڪيندو آهيان.“ (پرسو گدواڻي، ڊاڪٽر: 1989ع، ص ص، 1 ـ 2)

(ر) (i) ڊاڪٽر گدواڻيءَ کان سواءِ شري ليلارام رچنداڻيءَ، ڊاڪٽر جيٺي لالواڻيءَ، ڊاڪٽر ڪشني ٿلواڻيءَ ۽ ٻين به هن ڏس ۾ واکاڻ جوڳو تحقيقي ڪم ڪيو آهي.

(ii) پروفيسر جهمٽ مل ڀاوناڻي، پنهنجي مضمون ۾ لکي ٿو:

”ورهاڱي کان اول، اولهه راجستان جو سمورو حصو سنڌ صوبي سان جڙيل هو جنهن کي ”ٿر“ (ٿار پردیش) چئجي ٿو. ورهاڱي بعد جيڪو حصو ڀارت جي حد ۾ آيو اُتي سنڌي سنسڪرتي پنهنجي جيئري جاڳندي روپ ۾ قائم آهي.“ (جهمٽ مل ڀاوناڻي )

(iii) ڊاڪٽر ڪشني ٿلواڻي، سپون رسالي ۾ ڇپيل، پنهنجي هڪ مضمون ۾ لکي ٿي:

”سنڌ (پاڪستان) جي سرحد سان لڳل راجستان جو اٽڪل 100 کان 25 ڪلوميٽر ڪيتر، جنهن کي گهاٽ (گهن) چئجي ٿو اُن ۾ رهندڙ اڄ به سنڌي ڀاشا جو استعمال ڪن ٿا. ٿار ڪيتر جو ٻن

ملڪن (هندستان ۽ پاڪستان) ۾ ورهائجي، وڃڻ ڪري، ڀاشائي حالت ۾ ڪوبہ فرق نہ آيو آهي.

حقيقت ۾، ٿار جو ريگستاني ڪيتر، سنڌي ڀاشا ۽ سنگيت جي رنگ ۾ رنگيل آهي." (ڪشني ڪلواڻي، ڊاڪٽر: 2004ع ص 31).

(iv) ڊاڪٽر ڪشني اڳتي لکي ٿي:

"سنڌي لوڪ سنسڪرتيءَ جا رکشڪ (بچائيندڙ)، خاص ڪري لنگها ۽ مڱڻهار جاتيءَ جا مسلمان آهن. اُهي راجستان جي اُتر – اولهہ حصي ۾ بارميڙ، جيسلمير، جوڌپور ۽ بيڪانير ۾ آهن. اُنهن جا ڪٽنب، جيسلمير نالي پراڻي رياست ۾ رهندا آيا آهن. سياسي ۽ جاگرافيائي نظر کان، اهي حصا ڀارت ۽ پاڪستان جي سرحد جو نرماڻ ڪن ٿا. ان ڪري ظاهر آهي تہ هن جاتيءَ جا گهڻا ڪٽنب اڄ بہ ٻنهي ملڪن جي سرحدي ڪيترن ۾ آهن؛ هڪٻئي وٽ اچن وڃن ٿا. لوڪ ڪلاجي ماهر، ڪومل ڪوٺاريءَ، "چرمي" نالي ڪتاب جي مهاڳ ۾، لنگها جاتيءَ جي هڪ شخص، "جي ونش" جو سلسلو ڳڻ ڪندي لکيو آهي:

"اڄ جا لنگها نوجوان پنهنجون ڇهہ پيڙهيون اڳ ٿائين، هندو ڌرم جا مڃيندڙ هئا ۽ اتهاسڪ ڪارڻن ڪري هنن اسلام ڌرم قبول ڪيو." (ڪشني ڪلواڻي، ڊاڪٽر: 2004ع ص 31)

(v) ڊاڪٽر ڪشني پنهنجي ساڳئي مضمون ۾ اڃا بہ اڳتي لکي ٿي:

"شاهہ جي رسالي جا جيڪي سُر آهن، هي اڻ پڙهيل، گائڪيءَ جي روپ ۾ ڳائيندا آهن. سنڌين لاءِ ڪيڏي نہ فخر جي ڳالهہ آهي جو اسان جو شعر، اسان جو سنگيت، اسان جي فيلسوفي، هي غريب مسڪين، ڪيترين ئي پيڙهين کان سنڀالي ويٺا آهن." (ڪشني ڪلواڻي، ڊاڪٽر: 2004ع ص 31)

انهن مثالن مان اهو ظاهر ٿو ٿئي تہ ڀارت جي انهيءَ حصي ۾، قديم زماني کان رهندڙ سنڌي، پنهنجي ماتر ڀاشا سان، جيءَ جو جياپو ۽ مَن جو ڳانڍاپو جاري رکندا پيا اچن.

21. پارٽ ۾ سنڌي ٻوليءَ ۾ جتي افسانوي ادب، ناٽڪ ۽ شعر و شاعريءَ جهڙين صنفن تي، ورهاڱي کان اڳ ۽ ورهاڱي کان پوءِ گهٽوئي مواد لکيو ويو آهي، اُتي تحقيق جي ميدان ۾ به سنڌي ٻولي، شاهه لطيف، سچل سرمست، سامي، قاضي قادن، دادو ديال ۽ مهامتي پراڻ ناٿ جي ڪلام تي تحقيق ڪري نوان نتيجا ڪڍيا ويا آهن. انهيءَ مواد کان سواءِ آپ بيتيون، سفرناما ۽ تنقيدي ادب تي سٺو مواد، سنڌي ٻوليءَ ۾ ڇپايو ويو آهي. هن ڏس ۾ سرڪاري توڙي خانگي ادارن ۽ ممبئي يونيورسٽيءَ واڪاڻ جوڳو مواد ڇپائي پڌرو ڪيو آهي. هن سلسلي ۾ هيٺ ڪن چونڊ ڪتابن جا حوالا ڏجن ٿا ته جيئن پڙهندڙ کي ڪجهه معلومات ملي سگهي:

| | | |
|---|---|---|
| (1) | شاهه جو رسالو | پروفيسر ڪلياڻي آڏواڻي |
| (2) | سنڌي نثر جي تاريخ | پروفيسر منگهارام ملڪاڻي |
| (3) | سنڌي ڀاشا شاستر | پروفيسر ٻوپٽي هيراننداڻي |
| (4) | الا ڏاهي مَر ٿيان | ايضاً |
| (5) | سنڌي ريتون، رسمون ۽ رواج | ايضاً |
| (6) | ٻولي منهنجي ماءُ | ايضاً |
| (7) | سنڌي ناٽڪ جي هڪ صدي | ڊاڪٽر پريم پرڪاش |
| (8) | ڪڇ جي لوڪ ادب جي تاريخ | ڊاڪٽر جيٺو لالواڻي |
| (9) | سنڌي ٻوليءَ جي ياترا | ڊاڪٽر پرسو گدواڻي |
| (10) | سنڌي اپڀاشائن جا چونڊ لفظ | ايضاً |
| (11) | سنڌي پهاڪا ۽ محاورا | ڊاڪٽر مرليڌر جيٽلي |
| (12) | سنڌي ڌوني – وگيان (سنڌي فونيٽڪس) | ايضاً |
| (13) | ٻوليءَ جو سرشتو ۽ لکاوٽ | ايضاً |
| (14) | سنڌي ساهت جي جهلڪ | ايضاً |
| (15) | شاهه لطيف جو اڀياس | ايضاً |

| | | |
|---|---|---|
| (16) | ڍولا مارو | پروفيسر جهمٽ مل ڀاونائي |
| (17) | چند سڳنڌ | ايضاً |
| (18) | قاضي قادن جو ڪلام | هيرو ٺڪر |
| (19) | تحقيق ۽ تنقيد | ايضاً |
| (20) | سنڌي لوڪ گيت | ڊاڪٽر نارائڻ ڀارتي |
| (21) | سنڌ جا سنت | ڊاڪٽر ديال آشا |
| (22) | مهامتي پراڻ ناٿ جي واڻي | جهمو ڇڳاڻي |
| (23) | مهامتي پراڻ ناٿ جي واڻي (ٻه ڀاڱا) | ڊاڪٽر ڪنيو ليکواڻي |
| (24) | سنڌي سماج ۽ ڀاشا وگيان | لڇمڻ خوبچنداڻي |
| (25) | ڀاشا ۽ ڀاشا وگيان | ڊاڪٽر ستيش روهڙا |
| (26) | ڀاشا، ساهتيه ۽ سماج | ايضاً |
| (27) | موج ڀريو مهراڻ | ريتا شهاڻي |
| (28) | جيوت ۽ ساهت | ايضاً |
| (29) | ادب ۽ تنقيد | اي جي اُتم |
| (30) | شاهه ۽ سچل جو تقابلي مطالعو | ڊاڪٽر ٻلديو مٽلاڻي |
| (31) | گوبند مالهي: هڪ شخص ۽ اديب | ڊاڪٽر منوهر مٽلاڻي |
| (32) | ادبي ليک | هري دلگير |
| (33) | جهوڳيٽڙا جهان ۾ | ڊاڪٽر جڳديش لڇاڻي |
| (34) | ساهت جي پرک | ايضاً |
| (35) | سنڌي ناول ڪتهري ۾ (تنقيد) | پروفيسر هيرو شيوڪاڻي |
| (36) | زندگيءَ جا تجربا | پروفيسر رام پنجواڻي |
| (37) | پيهي منجهه پاتال | ڪيرت ٻاٻاڻي |
| (38) | سنڌي تنقيد | هريش واسواڻي |

22. بهرحال، سنڌ جي ڀڳڙي، عالم ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ، 1955ع ۾، لاڙڪاڻي ۾ ڪوٺايل، سورهين ادبي ڪانفرنس ۾ پيش ڪيل پنهنجي مقالي ۾ فرمايو ته:

"تقريباً ڏيڍ سؤ سال اڳ، سنڌي ٻولي ٽوڙڻ سنڌ جا باشندا، هر نڪتي کان دنيا ۾ برک هئا. وڏي ۾ وڏا شاعر، عالم، گرامر جا ماهر ۽ لغت نويس هن ننڍڙي ايراضيءَ مان طلب ڪيا ويندا هئا."

ڊاڪٽر صاحب اڳتي لکي ٿو:

"سنڌي ٻوليءَ جي بقا ۽ بچاءَ واسطي، ٻين اڳيان هٿ ڊگهيرڻ، حماقت آهي.

ياڙو! سنڌي ٻولي اينستائين زنده رهي سگهي ٿي جيستائين اوهين زنده آهيو ۽ هڪ صحتمند زندگي گذاري رهيا آهيو.

بين الاقوامي لحاظ سان پڻ پاڪستان سنڌي ٻوليءَ تي فخر ڪري سگهي ٿو ڇاڪاڻ ته، دنيا جي قديم آريائي تمدن: مثلاً مصري، بابلي ۽ عراقي تمدن جي ساٿي، سنڌو – تمدن جي ٻولي آهي." (بلوچ، نبي بخش، ڊاڪٽر: 1955ع لاڙڪاڻي ڪانفرنس ۾ پڙهيل مقالو).

23. (الف) اڳ ۾ عرض ڪيو ويو آهي ته مغربي پاڪستان ۾ ون يونٽ جي قيام سنڌ جي ماڻهن، خاص ڪري سنڌي ڳالهائيندڙ عوام کي، پاڪستان ۾ گهڻو سجاڳ ڪري ڇڏيو. اُن دور جي اديبن، شاعرن، عالمن، فاضلن ۽ محققن، پاڪستان توڙي ڀارت ۾، سنڌي ٻوليءَ کي هر لحاظ کان شاهوڪار ۽ وسيع بنائڻ ۾ وڏو ڪم ڪيو. هنن، علم ادب ۽ سائنس جي مضمونن جا سنڌي ٻوليءَ ۾ نوان نوان لفظ گهڙيا، فقرا، اصطلاح، چوڻيون ۽ پهاڪا ٺاهيا. ڌار ڌار شعبن جي مضمونن جي ماهرن، فني ۽ علمي لفظن ۽ اصطلاحن کي، سنڌي ٻوليءَ جتو ويس وٺايو. علم طبعي، علم ڪيميا، علم بدن، علم ارضيات، علم نباتات، علم حيوانات ۽ علم اقتصاديات، کان سواءِ، ٻين مڙني علمن جا فني لفظ، فقرا ۽ اصطلاح، سنڌي ٻوليءَ ۾ آندا ويا. لهاذا سنڌي ٻوليءَ ۾ موجود انهن سيني خوبين

۽ خصوصيتن جي آثار تي اهو چئي سگهجي ٿو تہ سنڌي ٻوليءَ جو ماضي، شاندار حال ترقي پذير ۽ مستقبل روشن نظر اچي ٿو.

(ب) سنڌي اديبن، شاعرن، عالمن، فاضلن، سگهڙن، سياڻن، صحافين ۽ محققن جي ڪوششن ۽ ڪاوشن سان، هاڻي سنڌي ٻوليءَ ۾ سنڌ شناسيءَ، لطيف شناسيءَ، سچل ۽ سامي شناسيءَ، ويدانت، ڀڳتي مت، ناٽ پنٿ، پاڪستان شناسي، ديني ادب، اخلاقيات، لوڪ ادب، لوڪ رس، ڪلاسيڪي ۽ اٿاٺي ادب، عروضي شاعري، چند وديا، راڳداري ۽ موسيقي ۽ ويراڳي ڪلام (devotional songs) کان سواءِ سائنسي ۽ فني ادب تي ڪافي علمي، ادبي ۽ سائنسي ذخيرو موجود آهي.

(ت) سنڌي ٻوليءَ جي تنقيدي ادب ۾ تنقيدي ادب جي تاريخ، تنقيدي تجزين، سنڌي ادب ۾ نون لاڙن ۽ نون رجحانن، بلند ۽ اعليٰ ويچارن، گهري سوچ ۽ فڪر، سنڌي ٻوليءَ ۾ وسعت ۽ پختگيءَ، لغوي لفظن جي فراوانيءَ ۽ شاهوڪاريءَ سبب، سنڌي ٻوليءَ جي نثر توڙي نظم جون صنفون، املهہ ۽ قيمتي مواد ۽ سرمايي سان مالا مال ٿي ويون آهن.

(ث) اڄڪلهہ جو سنڌي نوجوان، ٻار توڙي بزرگ، سنڌي ٻوليءَ ۾ ڇپيل مواد ۾ پنهنجي دور جون ڳالهيون، پنهنجيءَ پسند جون ڳالهيون، پنهنجي ماحول ۾ سماج جون حقيقتون، پنهنجن سهيوڳين ۽ همعصر ماڻهن، مردن توڙي خواتين جون ڳالهيون، انهن جون سوچون ۽ ويچار گهڻي شوق ۽ اتساهہ سان، پنهنجيءَ مادري ٻوليءَ ۾ پڙهڻ پسند ٿو ڪري، انهن کي سمجهڻ جي ڪوشش ٿو ڪري ۽ اُن مواد جي وسيلي سان پنهنجي سنڌي هجڻ جي سڃاڻپ ٿو ڪرائي.

(ج) وڏيءَ خوشيءَ ۽ فخر جي ڳالهہ هيءَ آهي جو سنڌي ٻولي موجوده دور ۾ تعليم ۽ تدريس، علم ۽ ادب، نشر و اشاعت، اخبارن، ريڊيو، ٽي وي، فلم، ڊي وي ڊي، ڪمپيوٽر ۽ انٽرنيٽ کان سواءِ ڇپائيءَ ۽ اليڪٽرانڪ ميڊيا جهڙن ذريعن لاءِ بهتر کان بهترين وسيلي طور ڪم آڻدي پيئي وڃي.

(ح) حاصل مطلب تہ سنڌي ٻولي هن دور ۾ پرنٽ ميڊيا واريءَ منزل کان گهڻو اڳتي، انٽرنيٽ واريءَ منزل تائين پهچي، دنيا جي هر حصي ۾ پنهنجو ڏاڪو ڄمائي چڪي آهي.

(خ) ان سلسلي ۾ انسٽيٽيوٽ آف سنڌالاجيءَ جي ڪوشش سان، پر حقيقت ۾ سنڌ يونيورسٽيءَ جي ٽڏهوڪي سنڌي قوم پرست وائيس چانسلر، سائين غلام مصطفيٰ شاهه جي سنڌي ٻوليءَ جي عشق واري جذبي سبب، سٽيزرلئنڊ مان، هرمز ڪمپنيءَ مان، المصطفيٰ نالي سنڌي ٽائيپ رائيٽر جي ٺهي اچڻ کان پوءِ، سنڌي ٽائيپ رائيٽر جي ڪِي بورڊ جي آڌار تي، سنڌي نوجوان محترم ماجد پرڳڙيءَ ڪمپيوٽر لاءِ سنڌي، فونٽن ۽ سنڌي سافٽ ويئر جي ٺاهڻ کان پوءِ، ۽ خاص ڪري سنڌي ٻوليءَ کي انٽرنيٽ تي آڻڻ کان پوءِ يعني انٽرنيٽ تي سنڌي ٻوليءَ جي استعمال ۾ اچڻ کان پوءِ، سنڌي ٻولي، ترقيءَ جا گهڻو ڪري سڀ مرحلا طي ڪري چڪي آهي. هن وقت سنڌي ٻوليءَ ۾ انٽرنيٽ تي لڳ ڀڳ هڪ هزار ويب سائيٽون آنديون ويون آهن. انهن سڀني سهولتن جي ڪري سنڌي ٻولي تعليم ۽ تدريس، نشرو اشاعت، ابلاغ ۾ اشتهاربازيءَ ۽ سنڌي ثقافت جي فروغ لاءِ "Virtual Sindh" جهڙا پروگرام ٺاهي، اردو ٻوليءَ کي به پٺيان ڇڏي وئي، آهي.

24. (الف) پنهنجي مادري زبان جي شاندار ماضيءَ، موجوده وقت ڪمال جي منزل واري ترقي ۽ شاندار مستقبل جو ذڪر ڪندي، دنيا عظيم مفڪر ۽ بين الاقوامي سنڌي رهنما، پاڪستاني عوام جي سداحيات محبوب رهنما، شهيد ذوالفقار علي ڀٽي، اسلامي جمهوريه پاڪستان جي قومي اسيمبليءَ ۾ ميمبرن کي مخاطب ٿيندي فرمايو:

> ”هن علائقي جا ماڻهو اهڙا هئا جو پنج هزار سال اڳ وٽن پنهنجي ٻولي ۽ پنهنجو رسم الخط هو. پوءِ اُن کي سنڌي سڏيو ويندو هو يا سرائڪي يا پيو ڪجهه. اهو سوال ناهي، سوال هيءَ آهي ته اهي پنج هزار سال اڳ به سڌريل هئا، پوءِ ڪٿي انهن کي سنڌي ڪري نه سڏيو وڃي، پر تنهن هوندي به وٽن پنهنجو رسم الخط هو ۽ ٻولي، هئي، جا سنڌو ماٿريءَ واريءَ تهذيب منجهان هئي، انسان ذات کي جن بيحد سڌريل ۽ مالدار تهذيبن جي پروڙ هئي، تن منجهان هيءَ هڪ هئي.“ (شهيد ذوالفقار علي ڀٽو، قومي اسيمبليءَ ۾ تقرير).

25. (الف) هت هن ڳالهه جو ذڪر ڪرڻ به مناسب ٿيندو ته پنهنجي مادري

ٻوليءَ سان محبت ۽ پنهنجي سنڌي هجڻ جي سڃاڻپ جي دليل طور سنڌ جي ٻن نوجوانن، هرهڪ: محترم ماجد ڀرڳڙي ۽ محترم بدرهيسباڻيءَ جتون ڪوششون ۽ ڪاوشون ساراهه جوڳيون آهن. شروع ۾ ماجد ڀرڳڙي صاحب، مڪئنتش ڪمپيوٽر ڪمپنيءَ جي سهڪار سان، سنڌي ٻوليءَ لاءِ عربي سسٽم جي ڪي بورڊ تي، سنڌي سافٽ ويئر تيار ڪري، پهريون ڀيرو سنڌي PC مارڪيٽ ۾ آندو.

انهن ٻنهي نوجوانن کان پوءِ، ڪيترن ئي ٻين نوجوانن هن سلسلي ۾ سنڌي فونٽن تي ڪم ڪيو. انهن ۾ سيد اياز شاهه IBM ڪمپنيءَ لاءِ، سنڌي ڪي بورڊ ۽ نوان فونٽ ٺاهي، ڪن روزانه سنڌي اخبارن کي اليڪٽرانڪ ميڊيا تي آڻڻ جي شروعات ڪئي. انهن اخبارن کان سواءِ، سنڌي ٻوليءَ ۾ پرنٽنگ ٽيڪنالاجيءَ جي لحاظ کان، خانگي پبلشنگ ادارن ۾ سنڌيڪا اڪيڊميءَ ڪامياب تجربا ڪيا آهن.

(ب) (i) هن ڏس ۾ سال 1998ع کان 2001ع تائين واري عرصي ۾ سنڌي لئنگئيج اٿارٽيءَ به ”سنڌي ڪمپيوٽنگ سسٽم“ جي ترقيءَ ۽ واڌاري ۽ سنڌي انٽرنيٽ لاءِ محترم ماجد ڀرڳڙيءَ جي مدد سان ڪامياب تجربا ڪيا. اٿارٽيءَ جي طرفان، سيد اياز شاهه، سيد دانيال شاهه، اعجاز جعفريءَ ۽ سارنگ رام جي سهڪار سان، سنڌي ڪمپيوٽر تي ڪم اينڊڙ ڏار ڏار فونٽن مان ”لطيفي ناشر فانٽ“ کي معياري فونٽ طور ڪم آڻڻ جي سفارش ڪئي.

(ii) سنڌي لئنگئيج اٿارٽيءَ طرفان، سنڌي ڪمپيوٽنگ سسٽم ۾ ترقي آڻڻ لاءِ اداري اندر ”سنڌي انفرميٽڪس شعبو“ قائم ڪيو ويو. انهيءَ شعبي ۾ سيد اياز شاهه جي رهنمائيءَ هيٺ، مس انيس ڪاڪا جي رهبريءَ ۾ ساٿين، معياري سنڌي ڪي بورڊ، لي آئوٽ، سنڌي ڪوڊ پليٽ ۽ سنڌي صورتخطيءَ ۾ حروفن جي هڪبئي سان ڳنڍڻ / ملڻ جي مذڪوره ترتيب (collation order) جا اصول ۽ طريقا مقرر ڪيا. حرفن جي ڳنڍڻ / ملڻ جي مذڪوره ترتيب (collation order) اها ساڳي رکي وئي، جيڪا سنڌالاجيءَ طرفان، المصطفيٰ سنڌي ٽائيپ رائيٽر لاءِ ماهرن (مسٽر تمنائي) جي صلاح سان مقرر ڪئي وئي هئي.

(ت) سنڌي لئنگئيج اٿارٽيءَ، محترم ماجد ڀرڳڙيءَ جي رهنمائيءَ ۾ مائڪرو

سافٽ ڪارپوريشن جي تعاون سان، سنڌي ٻوليءَ جو پنهنجو Unicode تيار ڪري، سنڌي ٻوليءَ کي 2000ع تائين، انٽرنيٽ تي آڻڻ ۾ ڪاميابي حاصل ڪري ورتي. اُن ڪوشش جو نتيجو اهو نڪتو جو اسين هاڻي دنيا ۾ ڪٿي به ۽ ڪنهن سان به عربي–سنڌي رسم الخط ۾ انٽرنيٽ تي خط و ڪتابت واريءَ صلاحيت رکڻ ۾ ڪامياب ٿي ويا آهيون.

لهاذا سال 2001ع تائين، سنڌي ٻولي انٽرنيٽ جي ٻولي بڻجي چڪي هئي. جيئن اڳ ۾ عرض ڪيو ويو آهي ته هن وقت عربي–سنڌي رسم الخط ۾ هڪ هزار کن ويب سائيٽون موجود آهن، ۽ ساڳئي وقت، اهو به ڏيان ۾ رهي ته هاڻي عربي–سنڌي رسم الخط، ديوناگري سنڌي رسم الخط ۽ رومن–سنڌي الخط ذريعي، انٽرنيٽ تي سنڌي سکڻ جا وسيلا موجود آهن.

26. حاصل مطلب ته گذريل ڏيڍ سؤ سالن ۾ 1843ع کان 2008ع تائين واري عرصي ۾، سنڌي ٻوليءَ، سنڌي ادب ۽ سنڌي ثقافت جي تاريخ تي نظر وجهڻ سان، سنڌي ٻوليءَ جي ترقيءَ ۽ واڌاري جي سلسلي ۾ جيڪي اهم ڪارناما سرانجام ڏنا ويا آهن، اُنهن جو مختصر تفصيل هيٺ پيش ڪجي ٿو:

(1) انگريزن جي حڪومت جي پهرين پنجن سالن اندر 1848ع ۾ بمبئيءَ جي گورنر سر جارج ڪلرڪ، هڪ حڪم نامو جاري ڪيو جنهن موجب سنڌي ٻوليءَ کي سرڪاري ۽ دفتري ٻوليءَ طور ڪم آڻڻ لاءِ سڀني سرڪاري ڪامورن لاءِ لازمي طور سنڌي زبان جي سکڻ جا احڪام جاري ڪيا ويا.

(2) سنڌ جي ڪمشنر 29 آگسٽ 1857ع ۾ سنڌي ٻوليءَ کي سرڪاري دفترن ۾ دفتري ٻولي ۽ اسڪولن ۾ تعليم جي ذريعي طور ڪم آڻڻ جا حڪم جاري ڪيا ويا.

(3) 1854ع ۾ سنڌي ٻوليءَ لاءِ عربي–سنڌي رسم الخط منظور ڪري، اُن جي ڪم آڻڻ جا حڪم جاري ڪيا ويا.

(4) ڪئپٽن جارج اسٽئڪ طرفان سال 1848ع ۽ 1855ع ۾ انگريزي–سنڌي ۽ سنڌي–انگريزي لغتون ناهي ڇپايون ويون. اهڙيءَ طرح سال 1879ع ۾ مسٽر ٽرمپ سنڌي ٻوليءَ جو گرامر لکيو.

(5) 1853ع ۾ منشي اُڌارام جو لکيل پاراٽو ڪتاب "باب نامو" سرڪاري طور شايع ڪرايو ويو.

(6) 1866ع ۾، ڊاڪٽر ارنيسٽ ٽرومپ، پهريون ڀيرو شاهه جي رسالي جو متن مرتب ڪري، اُن کي جرمنيءَ جي لپسيا شهر مان، سنڌي ٽائيپ ۾ شايع ڪرايو.

(7) اُن کان پوءِ ڊاڪٽر ٽرومپ 1872ع ۾ "A Grammar of Sindhi Language" لکي، ڪراچيءَ مان شايع ڪرايو.

(8) 1875ع ۾ "ديوان گل" ۽ 1876ع ۾ شاهه ڪريم جو ڪلام "بيان العارفين" جي عنوان سان شايع ٿيو ۽ ساڳيءَ طرح 1878ع ۾ "ديوان قاسم" شايع ٿيو.

(9) سال 1993ع ۾ آخوند عبدالرحيم وفا، سنڌي–فارسي لغت "جواهر لغات - سنڌي ايڪيچار" تيار ڪري شايع ڪرائي.

(10) انگريز سرڪار طرفان، انگريزيءَ مان سنڌي ٻوليءَ ۾ ڪتابن جي ترجمي کي سرڪاري طور همٿايو ۽ "راسيلاس"، "تاريخ معصومي" کان سواءِ ٻيا ڪتاب ترجمو ڪرائي ڇپايا.

(11) اُن زماني ۾ مرزا قليچ بيگ، ديوان ڪوڙيمل ۽ ٻين هن سلسلي ۾ پنهنجي قلم کي تيزيءَ سان ڪم آندو.

(12) مرزا قليچ بيگ شيڪسپيئر جا ڊراما، ٻيڪن جا مضمون ۽ ناول ترجمو ڪيا، ۽ ساڳئي وقت طبعزاد ناول به لکيو.

(13) مرزا صاحب پهريون دفعو سنڌي ادب ۾ ڪهاڻيءَ جي شروعات ڪئي.

(14) هن دور جو هڪ ٻيو وڏو ۽ اهم ڪارنامو ڊاڪٽر هوتچند مولچند گربخشاڻيءَ پاران، شاهه لطيف جي ڪلام کي گڏ ڪري، اُن کي سوڌي سنواري ٽن جلدن ۾ شايع ڪرائڻ هو "مقدمه لطيفيءَ" جي عنوان سان، شاهه جي رسالي جو معياري مقدمو لکي، سنڌي ٻوليءَ ۾ تحقيق ۽ تنقيد جي جديد اصولن سان، سنڌي ٻوليءَ ۾ تنقيدي ادب جي شروعات ڪئي. ڊاڪٽر گربخشاڻيءَ، پنهنجن نسخن ۾ شاهه جي رسالي ۾ ڪم آندل

لفظن جون، اُنهن جي ڌاتوئن جي بنياد تي معنائون ڏنيون. ڌاتو ڪوش (etymological dictionary) جي حوالي سان، شاهه لطيف جي ڪلام ۽ ٻوليءَ جي سلسلي ۾ اُهو هڪ انوکو ڪم آهي.

اُن کان پوءِ، ڊاڪٽر دائود پوٽي، شاهه ڪريم جي ڪلام تي، جديد تحقيق ۽ تنقيد جي اصولن موجب "ڪريم جو ڪلام" نسخو تيار ڪيو.

(15) ديوان وسناڻيءَ، سنڌي ٻوليءَ جو "سنڌي ڌاتو ڪوش" نالي ڪتاب لکي، سنڌي ٻوليءَ جي لفظن جي ڌاتوئن ۽ اشتقاقن تي مشتمل ڊڪشنري (Etymological dictionary of Sindhi Language) جوڙي ڇپائي.

(16) ديوان نارائڻ داس جهمٽ مل وسناڻيءَ "A Grammar of Sindhi Language" نالي سنڌي ٻوليءَ جو وياڪرڻ لکي ڇپايو.

(17) ديوان ڪوڙيلمل کلناڻيءَ "پڪو پهه" نالي سنڌي پهاڪن تي مشتمل ڪتاب لکي، سنڌي لوڪ ادب جي شروعات ڪئي.

(18) خان بهادر محمد صديق ميمڻ "سنڌ جي ادبي تاريخ" جي نالي سان سنڌي ادب جي تاريخ ٻن جلدن ۾ لکي تيار ڪئي. اُنهن مان پهريون جلد 1935ع ۾ ڇپايو ويو ۽ ٻيو جلد 1954ع ۾ شايع ٿيو.

27. (الف) ورهاڱي کان پوءِ، جيئن اڳ ۾ چيو ويو آهي ته سنڌي ٻوليءَ کي وڏن مسئلن کي منهن ڏيڻو پيو جن جو ذڪر اڳ ۾ ڪيو ويو آهي.

ڪراچيءَ ۾ سنڌ يونيورسٽيءَ جي شروعات، امتحان وٺندڙ هڪ اداري وانگر ٿي هئي، ۽ 1948ع ۾ مئٽرڪ جو پهريون امتحان ورتو هئائين. 1951ع ۾، حيدرآباد ۾ منتقل ٿيڻ کان پوءِ، ۽ علامه آءِ آءِ قاضيءَ جي وائيس چانسلر ٿيڻ کانپوءِ، سنڌ يونيورسٽيءَ کي تدريسي ادارو بنايو ويو. علامه صاحب جن سنڌ يونيورسٽيءَ ۾ نوان نوان شعبا کوليا، چونڊ ۽ مجيل اُستادن کي، مشرقي پاڪستان، پنجاب جي شهرن کان سواءِ سنڌ جي مرڪزي شهر ڪراچيءَ مان قابل اُستاد گهرائي سنڌ يونيورسٽيءَ ۾ مقرر ڪيا. سڀ کان پهرين اُستادن جي تربيت لاءِ تعليم جو شعبو شروع ڪيائون، جنهن ۾ اُن وقت جي نوجوان، ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ کي شعبي جو صدر مقرر ڪيائون. اهڙيءَ طرح

ڊاڪٽر غلام مصطفيٰ خان، ڊاڪٽر بشير احمد، ڊاڪٽر يار محمد، غلام مرتضيٰ قاضي، احمد ميان اختر جوناڳڙهي، ڊاڪٽر قاضي ممتاز علي، ڊاڪٽر شمس الاسلام، ڊاڪٽر نياز احمد، ڊاڪٽر اين.اي جي خان، ڊاڪٽر مسز اين.اي جي خان ۽ ٻين بہ ڪيترن ئي نالي وارن اُستادن کي گهرائي، سنڌ يونيورسٽيءَ ۾ آرٽس ۽ سائنس جي شعبن ۾ مقرر ڪيائون.

علامہ صاحب جن، سنڌي ٻولي ۽ ادب جي سکيا لاءِ بہ عملي قدم کنيا. اُنهن مان سندن ڪي قدم هي هئا:

(i) پارٽ ڪان لڏي آيل ۽ سنڌ جي مختلف شهرن ۽ ڳوٺن ۾ آباد ٿي ويل نون سنڌين کي سنڌي زبان سيکارڻ ۽ ساڳئي وقت سنڌ جي ماڻهن کي اردو زبان سيکارڻ لاءِ ٻنهي ٻولين يعني اردو ۽ سنڌيءَ کي ڪلاس ٽئين کان وٺي، ڪلاس ٻارهين تائين لازمي طور سکڻ لاءِ سنڊيڪيٽ کان فيصلو ڪرايو.

(ii) سنڌي ٻولي ۽ ادب جي تدريس لاءِ ڊاڪٽر بلوچ صاحب جي نگرانيءَ هيٺ، تعليم واري شعبي ۾ سنڌي سيڪشن قائم ڪيو ويو جتي ايم.اي جا ڪلاس شروع ڪيا ويا. بلوچ صاحب جن جي مدد لاءِ پروفيسر محبوب علي چنا کي، سنڌي شعبي ۾ ريڊر مقرر ڪيو ويو.

(iii) عالمي ادب ۽ ادب عاليہ کي سنڌي ٻوليءَ ۾ ترجمو ڪرڻ لاءِ ايم.اي (فائنل) سنڌيءَ لاءِ پيپر ۾ مضمون جي عيوض، انگريزي ۽ فارسي ادب جي ڪنهن معياري ڪتاب کي ترجمو ڪرڻ جو فيصلو ڪيو ويو.

(iv) اردو ۽ سنڌي ٻوليءَ ۾ هم آهنگي پيدا ڪرڻ لاءِ ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ ۽ ڊاڪٽر غلام مصطفيٰ خان جي نگرانيءَ هيٺ، سنڌي—اردو ۽ اردو ـ سنڌي لغتون تيار ڪرائي شايع ڪرايون.

(v) شاهہ لطيف جي رسالي کي اردو زبان ۾ ترجمو ڪرائڻ لاءِ هڪ رٿا تيار ڪري، وفاقي حڪومت کي اسلام آباد موڪليائون، پر انهيءَ رٿا تي، سندن حياتيءَ ۾ عملي ڪم شروع ٿي نہ سگهيو. سندن وفات کان پوءِ، ڊاڪٽر رضي الدين صديقيءَ، سندن انهيءَ رٿا تي عملي قدم کنيو ۽ شاهہ جي رسالي جي اردو زبان ۾ ترجمي جو ڪم مرحوم شيخ اياز کي سونپيو ويو جنهن اهو ڪم مڪمل ڪيو.

28. (الف) ون يونٽ واري زماني ۾ سنڌي عوام جي دٻاءَ سبب، انگريزن جي دور ۾ قائم ٿيل "بورڊ آف ڪنٽرول فار سنڌي لٽريچر" کي، تبديل ڪري، "سنڌي ادبي بورڊ" جي نئين نالي سان، سنڌي ٻوليءَ جي ترقيءَ لاءِ ادارو قائم ڪيو ويو. اُن تي ڊاڪٽر دائود پوٽي، سائين ميران محمد شاهه، مرحوم عثمان علي انصاري ۽ ٻين دانشورن کي ميمبر طور کنيو ويو.

(ب) هت اهو بيان ڪرڻ مناسب ٿيندو تہ پاڪستان جي قائم ٿيڻ کان اڳ انگريز سرڪار جي طرفان قائم ڪيل "بورڊ آف ڪنٽرول فار سنڌي لٽريچر" تي پروفيسر هرو سدا رنگاڻي، پروفيسر پيرومل آڏواڻي، هن بورڊ جي ڪميٽيءَ جا ميمبر هئا. پاڪستان جي ٺهڻ کان پوءِ ۽ هندو اديبن، عالمن ۽ شاعرن جي لڏي وڃڻ کان پوءِ، ڪجهہ عرصي لاءِ ٻين ادبي سرگرمين سان گڏ، هي ادارو بہ خاموش ٿي ويو هو.

(ت) 1961ع ۾ سنڌي ادبي بورڊ جي ڪميٽيءَ کي نئين سر جوڙيو ويو. مخدوم محمد زمان طالب المولىٰ کي بورڊ جو چيئرمين مقرر ڪيو ويو ۽ ميمبرن ۾ سيد حسام الدين شاهه راشدي، ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ، ڊاڪٽر دائود پوٽو ۽ ٻيا دانشور مقرر ڪيا ويا (1). هن دور ۾ بورڊ وڏيون رٿائون جوڙيون، اُنهن مان ڪي هي هيون:

(i) سنڌ جي تاريخ، جدا جدا دورن تي مشتمل، اٺن جلدن ۾ لکرائڻ.
(ii) سنڌي لوڪ ادب جي ڌار ڌار صنفن تي مشتمل مواد کي گڏ ڪري، ڌار ڌار جلدن ۾ ڇپائڻ.
(iii) دنيا جي ادب عاليہ کي سنڌي ٻوليءَ ۾ ترجمو ڪرائي ڇپائڻ.
(iv) سنڌ جي مختلف ٻولين ۾ لکيل تاريخن کي ايڊٽ ڪرائي شايع ڪرڻ.
(v) جديد سنڌي ادب شايع ڪرڻ.
(vi) مهراڻ رسالي کي، تماهي رسالي طور شايع ڪرڻ ۽ اُن ۾ ڪهاڻين، مضمونن، تحقيقي مقالن ۽ شعر و شاعريءَ جي صنفن کي شايع ڪرڻ.

---

(1) ميءَ گذارش ڪري ڏيان تہ بورڊ طرفان ڪو اهڙو دستاويز شايع ڪيو وڃي، جنهن ۾ بورڊ جي انگريزن جي دور کان وٺي مڪمل تاريخ بيان ڪيل هجي.

(ب) سنڌي ادبي بورڊ، 1961ع کان پوءِ هڪ بين الاقوامي تحقيقي اداري طور پاڪستان ۾ پاڻ کي مڃرايو. هن اداري طرفان فارسي، عربي ۽ انگريزي ٻولين ۾ سنڌ تي لکيل تاريخن جهڙوڪ: "تحفت الڪرام"، "تاريخ معصومي"، "ترخان نامہ"، "بيگلار نامہ"، "تاريخ طاهري"، "مڪلي نامہ"، "Conquest of Sind","Visit to the Court of Sindh" ۽ اهڙا ٻيا نادر ڪتاب، سيد حسام الدين شاهہ راشديءَ، ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ ۽ محترم محمد حنيف صديقيءَ جهڙن ڏاهن کان ايڊٽ ڪرائي ۽ انهن جا حاشيا لکائي، اُنهن کي شايع ڪرايو. اهڙيءَ طرح اثاثي ۽ عروضي شاعريءَ تي مشتمل ڪتاب، مير عبدالحسين سانگيءَ جو ڪلام ميين شاهہ عنايت جو ڪلام، فقير ولي محمد لغاريءَ جو ڪلام، خليفي نبي بخش جو رسالو حمل فقير لغاريءَ جو ڪلام ايڊٽ ڪرڻ ۽ حاشيہ لکڻ لاءِ ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ جون خدمتون حاصل ڪيون.

(ت) سنڌي ادبي بورڊ، سنڌي ٻوليءَ ۾ معياري ڪتاب ترجمو پڻ ڪرايا.

(ث) سنڌي ادبي بورڊ، مٿين رٿائن کان سواءِ جامع سنڌي لغات جهڙي اهم رٿا بہ شروع ڪئي، ۽ اها رٿا ڊاڪٽر بلوچ صاحب جي حوالي ڪئي وئي.

(ج) سنڌي ادبي بورڊ، اڳ ۾ ڇپيل ۽ناياب ڪتابن کي ٻيهر ڇپائڻ جي بہ رٿا ٺاهي. اهڙن ڪتابن ۾ خاص خاص ڪتاب هي هئا:

(i) مرزا قليچ بيگ جا ترجمو ڪيل ۽ ناياب ناول، ناٽڪ، سنڌي ٻوليءَ جو ويا ڪرڻ.

(ii) پروفيسر ڀيرومل جا ڪتاب: سنڌي ٻوليءَ جي تاريخ ۽ وڏو سنڌي ويا ڪرڻ.

(iii) ديوان وسناڻيءَ جو سنڌي رٿيپتي ڪوش وغيره.

(ح) سنڌي ادبي بورڊ، الله بچائي سمي جو "سير ڪوهستان" ۽ ڊاڪٽر بلوچ صاحب جو "ٻيلاين جا ٻول" ڪتاب شايع ڪرايو.

(خ) سنڌي ادبي بورڊ ڊاڪٽر عبدالڪريم سنديلي جي "تحقيق — لغات سنڌي" شايع ڪرائي، سنڌي لغت ۾ واڌارو ڪيو.

(د) سنڌي ادبي بورڊ، ڊاڪٽر عبدالڪريم سنديلي جا لوڪ ادب جي سلسلي ۾ هيٺيان ٻيا ڪتاب شايع ڪيا:

(i) وينجهار

(ii) سنڌ جو سينگار

(iv) هڪ خانگي اداري طرفان مخدوم طالب المولئ جي ڇپايل ڪتابن ۾ هيٺيان ڪتاب اهم آهن:

(i) ياد رفتگان

(ii) ڪافي

29. 1970ع ۾ پاڪستان ٻن حصن ۾ ورهائجي ويو. مشرقي پاڪستان، ڊسمبر 1971ع ۾ بنگلاديش نالي سان نئين ملڪ جي صورت ۾ دنيا جي نقشي تي نمودار آهي، ۽ باقي پاڪستان جو حصو نئين پاڪستان جي صورت ۾ وجود ۾ آيو. جنهن جي واڳ شهيد ذوالفقار علي ڀٽي سنڀالي. پيپلز پارٽيءَ پنهنجي هن پهرئين دور ۾ ۽ ان کان پوءِ سڄي ملڪ سان گڏ، سنڌ ۾ نيون يونيورسٽيون ۽ نوان ادبي ۽ ثقافتي ادارا ٺاهيا. ڪراچي يونيورسٽيءَ ۾ شاهه لطيف چيئر، شاهه لطيف ڀٽائي ثقافتي مرڪز سچل اڪيڊمي، سر شاهه نواز ڀٽو لائبرري، دائود پوٽه لائبرري حيدرآباد، پيپلز ميڊيڪل ڪالج، سنڌي لئنگئيج اٿارٽي، شاهه لطيف يونيورسٽي خيرپور، قائد عوام يونيورسٽي نواب شاهه وغيره ادارا ٺاهيا. جن سنڌ ۾ سنڌي ٻولي ۽ ادب لاءِ وڏو ڪم ڪيو.

30. سنڌي ٻولي، سنڌي ادب ۽ سنڌي ثقافت جي سلسلي ۾ سنڌ يونيورسٽيءَ جو پنهنجو اهم ڪردار رهيو آهي، جيئن اڳ ۾ چيو ويو آهي. هن سلسلي ۾ علامه آءِ آءِ قاضي ۽ ڊاڪٽر رضي الدين صديقيءَ کان پوءِ، سيد غلام مصطفيٰ شاهه جون خدمتون وسارڻ جوڳيون نه آهن. شاهه صاحب سنڌي ٻوليءَ جي ترقيءَ لاءِ هيٺيان ڪم ڪيا:

(i) سنڌي ٻوليءَ کي، سنڌ يونيورسٽيءَ ۾ انگريزيءَ سان گڏ، دفتري ٻولي بنايو.

(ii) سنڌي ٻوليءَ کي آرٽس، هيومنٽيز سوشل سائنسز اسلامڪ ڪلچر، دينيات، مسلم هسٽري، ايجوڪيشن ۽ ٻين اهڙن مضمونن لاءِ ايم.اي، ايم فل ۽ پي.ايڇ.ڊي جي سطح تائين تعليم جو ذريعو بنايو.

(iii) سنڌي ٻوليءَ کي فني ٻولي بنائڻ لاءِ، سئيزرلئنڊ جي هرمز فئڪٽريءَ مان، المصطفيٰ سنڌي ٽائيپ رائيٽر ٺهرايو.

(iv) شهيد ذوالفقار علي ڀٽي جي خواهش تي، سنڌي ٻوليءَ کي دفتري ٻوليءَ جي سلسلي ۾ سنڌي ٽائيپ رائيٽر ۽ سنڌي شارٽ هئنڊ جي سکيا جا ڪتاب جوڙايا ۽ انهن پنهي جي سکيا جو بندوبست ڪيو.

31. (الف) اڄ ۾ چيو ويو آهي تہ سنڌي اليڪٽرانڪ چئنلن ڪي. ٽي. اين، سنڌ ٽي وي ۽ برطانيہ جي شهر مانچيسٽر مان "ڊجيٽل ڊي" چئنل تي هفتي ۾ هڪ ڪلاڪ نشر ٿيندڙ سنڌي پروگرام، سنڌي ٻوليءَ کي، دنيا جي هڪ سؤ کن شهرن ۾ سنڌي ڳالهائيندڙ عوام تائين، پهچائي، سنڌي ٻوليءَ جي بين الاقوامي ٻوليءَ واري دعوا کي سچو ثابت ڪيو آهي.

(ب) سنڌي ٻوليءَ لاءِ خانگي طور ڪنيل اهي قدم ثابت ٿا ڪن تہ سنڌي ماڻهن پنهنجي مادري زبان جي سڃاڻپ، بقا ۽ بچاءَ ۽ پنهنجي مادري زبان سنڌيءَ سان پنهنجي نفسياتي لڳاءَ ۽ دلي ڳانڍاپي لاءِ عملي ثبوت ڏنا آهن، جن ڪان، ڪين جيئري هوندي ڪوبہ جدا ڪري نٿو سگهي.

32. (الف) انهن سيني ڳالهين جي باوجود، سنڌي ٻوليءَ لاءِ هڪڙو خطرو ضرور موجود آهي. اهو خطرو بہ پنهنجن وٽان آهي. اهو خطرو آهي، سنڌي ٻوليءَ جو بگاڙ جنهن جي سنڌي اخبارن، رسالن، سنڌي ٽي وي چئنلن شروعات ڪري ڇڏي آهي.

(ب) ٻوليءَ جي بگاڙ واري مسئلي تي، "سنڌي ٻوليءَ جي ارتقا" ڪتاب ۾ گهڻو ئي ڪجهہ لکيو ويو آهي. منهنجي راءِ موجب، ٻوليءَ جو بگاڙ يا ٻوليءَ کي بگاڙڻ، اُن عمل کي چئبو آهي، جنهن ۾ ڪنهن بہ ٻوليءَ جا ڳالهائيندڙ اديب ۽ شاعر، اُستاد ۽ عام ماڻهو پنهنجي ٻوليءَ جي صوتياتي آوازن کي غلط نموني ڦيرائي گهيرائي، اُنهن جو اُچار ڪن؛ ٻوليءَ جي لغوي خزاني يعني لفظن جي ويا ڪرڻي ڍانچي، يعني صرفي ۽ نحوي قاعدن ۽ قانونن ۽ ساخت کي، پنهنجيءَ مرضيءَ سان، يا انهن قانونن جي ڄاڻ نہ هئڻ سبب، غلط نموني استعمال ڪن، يا لفظن جي واحد ۽ جمع، مؤنث ۽ مذڪر صورتن جي اصولن جي پابندي نہ ڪن، يا علم نحو جي اصولن ۽ قانونن کان واقف نہ هئڻ ڪري، حالت فاعليءَ، حالت جريءَ، حالت اضافت، حالت مڪاني يا حالت اپادان جي ڦيري ۽ فاعل ۽ مفعول جي ڦيري وارن اصولن کان اڻڄاڻ هجڻ سبب، ٻوليءَ جو اهڙو استعمال ڪن، جيڪو اڳتي هلي، ٻوليءَ جي ويا ڪرڻي ڍانچي ۾ آٽي ڇڏي.

آءُ هن ڳالھ تي زور ڏيئي چوندس تہ معياري سنڌي لهجي جي بگاڙڻ وارِي عمل جي خلاف مهم هلائڻ گهرجي. اخبارن، ريڊيو، ٽي وي چئنلن تي ڪم ڪندڙ سيڪڙات، گهٽ تعليم رکندڙ ۽ غير تربيت يافتہ ڪارڪنن، خبرون پڙهندڙن ۽ ڊرامن ۾ ڪم ڪندڙ اداڪارن، بلڪ خبرن جا ڊرافٽ تيار ڪندڙ ڊراما ۽ فيچر وغيره لکندڙن جي ٻوليءَ تي نہ فقط نظر رکڻ گهرجي، پر انهن سيني کي، درست ٻوليءَ جي ڪم آڻڻ جي تربيت ڏيڻ گهرجي.

ٻوليءَ جي سڌاري واريءَ مهم جو ڪم هاڻي سنڌي لئنگئيج اٿارٽيءَ جو آهي. هن اداري کي، ابلاغ جي ادارن تي نشر ٿيندڙ ٻولي، يا اخبارن، سنڌ ٽيڪسٽ بڪ بورڊ کان سواءِ ٻين سرڪاري، نيم سرڪاري ۽ خانگي اشاعتي ادارن طرفان شايع ٿيندڙ رسالن، مخزنن ۽ ڪتابن وغيره ۾ استعمال ٿيندڙ ٻوليءَ کي مانيٽر ڪرڻ گهرجي. جيڪڏهن ائين نہ ڪيو ويو تہ ايندڙ ويهن پنجويهن سالن اندر سنڌي ٻوليءَ جي شڪل ئي بدلجي ويندي، ڇاڪاڻ تہ اردو ۽ انگريزي ميڊيم اسڪولن ۾ پڙهندڙ سنڌي ٻارن جي ٻولي، تمام تيزيءَ سان بدلجي رهي آهي. جيڪڏهن هن قدم کڻڻ لاءِ لاپرواهي يا سستي ڪئي وئي تہ اُن لاءِ ذميوار سڄيءَ سنڌ جو عوام هوندو.

(ت) اڄ جڏهن تعليم سؤفيصد عام ڪرڻ، قومن جي زندگيءَ جو هڪ لازمي ۽ بنيادي اصول بڻجي چڪو آهي، تہ اهڙين حالتن ۾ جيڪڏهن اسان ڪي پنهنجي مادري ٻوليءَ سنڌيءَ کي نہ فقط محفوظ رکڻو آهي، پر اُن کي علمي ۽ ادبي حيثيت، فني ۽ ڪاروباري ونهوار ۾ بہ اڳتي وڌائڻو آهي. اهڙيءَ حالت ۾، اسان کي پنهنجي تعليمي ۽ تدريسي سرشتي جي مدد سان ئي اهو عظيم مقصد حاصل ڪرڻو پوندو.

(ث) سنڌي ٻار کي صحيح معنيٰ ۾ تعليم سان روشناس ڪرائڻو آهي تہ اها تعليم ڪيس سنڌس مادري زبان ۾ ئي ڏيڻ گهرجي، جنهن سان هو هرڪا ڳالھ آسانيءَ سان سمجهي سگهندو.

(ج) سنڌي ٻوليءَ جي ترقيءَ ۽ واڌاري لاءِ بهتر ٿيندو تہ سنڌي ٻوليءَ جا گهڻي ۾ گهڻا ڪتاب، انٽرنيٽ تي آڻڻ گهرجن. ٻي ڳالھ تہ ڌار ڌار ملڪن ۾ رهندڙ سيئي سنڌي، عربي — سنڌي رسم الخط نٿا ڄاڻن. اُنهن مان لکين ماڻهو چاوا

ٿي غير ملڪن ۾ آهن. انهن کي پاڻ سان شامل ڪرڻ ۽ سنڌي سماج جو حصو بڻائڻ لاءِ مناسب ٿيندو ته اُنهن کي رومن – سنڌي واريءَ لپيءَ ۾ به مواد مهيا ڪري ڏجي. ائين ڪرڻ سان اسين، سڄي جهان ۾ رهندڙ سنڌين کي پنهنجي قافلي ۾ شامل ڪري، سنڌي ٻوليءَ جي وڏي خدمت ڪري سگهنداسين.

# ببلو گرافي

## سنڌي ڪتاب ۽ مقالا


1. الانا، غلام علي، ڊاڪٽر: 2000ع. سنڌي ٻوليءَ جو اڀياس، ڄامشورو: انسٽيٽيوٽ آف سنڌالاجي، ص 244.
2. ايضاً، 2006ع، سنڌي ٻوليءَ جي ارتقا، حيدرآباد: سنڌي لئنگئيج اٿارٽي، ص ص 77، 417 ۽ 418.
3. الهداد ٻوهيو ڊاڪٽر: 1975ع. سنڌي ٻوليءَ جو سماجي ڪارج، ڄامشورو: انسٽيٽيوٽ آف سنڌالاجي، ص 43.
4. بلوچ، نبي بخش خان، ڊاڪٽر: مقالو سنڌي ٻولي، اُن جو ماضي، حال ۽ مستقبل، سماهي مهراڻ 3 ـ 4 / 1965ع، ص 56.
5. پرسو گدواڻي، ڊاڪٽر: 1989ع. سنڌي ٻوليءَ جي زيارت، دفتر ينڊار ـ گانڌي نگر: گجرات سنڌي اڪادمي، ص ص 1 ـ 2.
6. پوپٽي هيرانندداڻي: 2008ع، ڪونج مارچ ـ اپريل، 2006ع، ص 11.
7. جي. ايم سيد: پاڪستان جا موجوده سياسي مسئلا.
8. جهمٽ مل ڀاوناڻي، پروفيسر: چند سگنڌ، بمبئي، هندوستان ساهتيہ مالا
9. حميد سنڌي: 1967ع. ماهوار روح رهاڻ جو ايڊيٽوريل، 4، مارچ، 1967ع.
10. شهيد ذوالفقار علي ڀٽو: 1972ع 15 جولاءِ 1972ع تي قومي اسيمبليءَ ۾ تقرير.
11. علامہ آءِ آءِ قاضي: 1955ع. لاڙڪاڻي ۾ ڪوٺايل سورهين سنڌي ادبي ڪانفرنس لاءِ موڪليل پيغام، سماهي مهراڻ، 3 ـ 4 / 1965ع.

12. ايضاً. 1967ع. روزانہ عبرت اخبار ۾ 22 آڪٽوبر، 1967ع تي ڏنل انٽرويو.

13. علامہ دائود پوٽو ڊاڪٽر: 1983ع. مقالو اسان جي سنڌي زبان، اسان جي ٻولي، اسان جي تعليم ڪتاب ۾ شامل، حيدرآباد، سنڌ: سنڌ فرينڊس سرڪل، ص ص 9 ۽ 10.

14. علي محمد شاهہ راشدي: 1967ع. روزانہ عبرت ۾ 17، فيبروري 1967ع ۾ ڇپيل ڪالم.

15. ڪشني قلواڻي، ڊاڪٽر: 2004ع. مقالو 'راجستان ۾ سنڌي لوڪ ڳاٿا ۽ راڳيندڙ 'ٽماهي سپون، آڪٽوبر، نومبر ۽ ڊسمبر، 2004ع، ص 31.

16. غلام محمد، گرامي: 1965ع. سماهي مهراڻ، 3 _4 / 1965ع، ص 65.

17. مخدوم محمد زمان، طالب المولي: ڪافي.

18. محمد ابراهيم جويو: 1985ع. تعليم جو مؤثر ذريعو مادري زبان آهي، اسان جي ٻولي، اسان جي تعليم ڪتاب ۾ شامل مضمون، حيدرآباد سنڌ: سنڌ فرينڊس سرڪل، ص ص 47 – 53.

19. ايضاً، 1985ع. اسان جي مادري زبان ۽ اُن جي تعليم ۾ اهميت، اسان جي ٻولي، ان جي تعليم ڪتاب ۾ شامل مضمون، حيدرآباد سنڌ: سنڌ فرينڊس سرڪل، ص ص 37 – 46.

20. ايضاً 1983ع. "سنڌي ذات هنجن" ڪتاب جو مهاڳ، رسول بخش پليجو.

21. مولانا، عبدالقادر پروفيسر: 14، 15 ۽ 16 اپريل 1961ع تي لاهور ۾ ٿيل پاڪستان جي علائقائي ٻولين جي پهرين ڪانفرنس ۾ صدارتي تقرير، سماهي مهراڻ 3 _4 / 1965ع.

22. ننڍڙگاٽي: 2008ع. ڪونج، چيٽي چنڊ سنڌيت – سيمينار پرچو مارچ – اپريل، 2008ع، ايڊيٽوريل، ص 11.

## انگريزي ڪتاب

23. James, C.Melvil, 1948. Scinde,, a copy of the report of Sir George Clerk, Governor of Bomby , on Administration of Scinedc, East India, Sir George Clerk Minutes on Sind, P.15.

محمد علي ڏيپلائي

# صدر ايوب جي تاهيل تعليمي ڪميشن جي تجويزن تي سنڌي قوم جو رد عمل

## 1. پس منظر

سنڌ تي سنہ 1843ع ۾ انگريزن جي ڪيل تسلط کي سياسي ۽ اخلاقي لحاظ کان ڪيترو بہ بلاجواز ۽ ناروا سمجهيو وڃي، پر انهيءَ حقيقت کان انڪار ڪرڻ مشڪل ٿيندو تہ بيِن بنيادي انتظامي ۽ سماجي سڌارن سان گڏ، انگريزن سنڌي ٻوليءَ جي ترقي ۽ مادري زبان ۾ تعليمي سرشتو جاري ڪرڻ جي سلسلي ۾ نهايت اهم قدم کنيا. ڊاڪٽر غلام علي الانا صاحب انهيءَ پاليسيءَ جي اهم نقطن جو تفصيل هن ريت ڏنو آهي:

(الف) سنڌي ٻوليءَ لاءِ هڪ رسم الخط مقرر ڪيو ويو

(ب) مادري زبان ۾ تعليم ڏيڻ لاءِ حڪم نامو جاري ڪيو

(ج) سرڪاري دفترن ۾ سنڌي ٻولي رائج ڪرڻ لاءِ حڪم نامو ڪڍيو ويو

(د) سرڪاري آفيسرن لاءِ سنڌي ٻولي سکڻ لازمي ٺهرائي ويئي. انهيءَ کان سواءِ سنڌي ٻوليءَ ۾ ڪتابن جا ترجما، سنڌي پرنٽنگ پريسون، سنڌي زبان جو گرامر ۽ لغتون تيار ڪرايون ويون وغيره وغيره. ٿورڙي عرصي ۾ يعني 1853ع کان 1885ع تائين مختلف موضوعن تي 66 ڪن ڪتاب تيار ٿي ڇپجي ويا.

(1). سنه 1853ع ۾ پهريون انگريزي هاءِ اسڪول ڪراچيءَ ۾ قائم ٿيو. سنه 1858ع ۾ اين. جي. وي اسڪول ڪراچيءَ ۾ قائم ٿيو: سنه 1883ع ۾ ٻين ادارن کان سواءِ حيدرآباد ۾ ٽيچرز ٽريننگ ڪاليج قائم ڪيو ويو. سنه 1885ع سنڌ محمدن ايسوسيئيشن، حسن علي آفندي جي سرڪردگيءَ ۾ سنڌ مدرسته السلام قائم ڪيو. اسڪول بورڊ جي پاليسيءَ مطابق سنڌ جي هر هڪ تعلقي مان هڪ ذهين ٻار کي منتخب ڪري اسڪول ۾ داخل ٿي ڪيو ويو. ٻار جو سمورو تعليمي، رهائشي ۽ کاڌي وغيره جو خرچ بورڊ جي ذمي هوندو هو. هڪ ٻار جي فارغ التحصيل ٿيڻ کان پوءِ، سندس جاءِ تي ساڳئي تعلقي مان ٻئي لائق شاگرد کي آندو ٿي ويو. سنڌ مدرسي ۾ تعليم پرائڻ وارن اهم شخصيتن ۾ محمد علي جناح، غلام حسين هدايت الله، محمد ايوب کهڙو، قاضي فضل الله، سيد ميران شاهه، آغا غلام نبي پٺاڻ، ڊاڪٽر دائود پوٽو محمد ابراهيم جويو وغيره شامل آهن.(2)

انهيءَ دور ۾ سنڌ جي مقامي حالتن کي سامهون رکندي، انگريز سرڪار تعليمي پاليسيءَ ۾ ٻين نهايت مثبت قدمن کان سواءِ به نهايت اهم قدم کنيا — يعني (الف) سنڌي فائنل جو امتحان، ۽ (ب) لازمي پرائمري تعليم.

## (الف) سنڌي فائنل جو امتحان

سر بارٽل فريئر جي ئي دور ۾، مقامي حالتن کي سامهون رکندي، سنڌي فائنل جي امتحان جو سلسلو شروع ڪيو ويو. هن سسٽم کي پرائمري اسڪول ليونگ سرٽيفڪيٽ امتحان به چيو ويندو هو. انهيءَ نظام تحت هڪ طرف ته ٻارن کي بنيادي تعليم، سندن مادري زبان ۾ ملي ٿي ته ٻئي طرف، ستن درجن تي مشتمل ڪورس جو امتحان پاس ڪندڙ شخص ٽن شعبن ۾ سرڪاري نوڪريءَ جو حقدار ٿي ويو ٿي. روينيو ڊپارٽمينٽ ۾ هو بطور تپيدار، تعليم کاتي ۾ بطور پرائمري ٽيچر ۽ پوليس کاتي ۾ بطور جمعدار شامل ٿي سگهيو ٿي. انهن کاتن ۾ ٽريننگ وٺڻ ۽ ڊپارٽمينٽل امتحان پاس ڪرڻ سان هو وڏيڪ ترقيون به ماڻي سگهيو ٿي. ملڪ مان بيروزگاري ختم ڪرڻ، پڙهيل ماڻهن کي پنهنجي ئي علائقي ۾ آبرومندانه روزگار ڏيڻ لاءِ اها تمام تعريف جوڳي ۽ ڪارگر پاليسي هئي. ون يونٽ ٺاهڻ کان پوءِ، انهيءَ سسٽم کي 1960ع ڌاري ختم

ڪرڻ جا سانباها ٿيا. جيئن هفتہ وار ”انسان“ جي ايڊيٽوريل ۾ ڇاٽايو ويو آهي:

> ”خيرپور ڊويزن جي انسپيڪٽر اسڪولس مسٽر بلوچ، شڪارپور ۾ ڪليو ڪلايو اعلان ڪيو تہ هاڻي سنڌي لکو سنڌي پڙهو ۽ سنڌي سکو جي عادت کي ترڪ ڪريو ۽ سنڌي ٻوليءَ کي ڪفن ڏيئي دفن ڪريو— جيڪي ماسٽر اُردو فائنل پاس ڪيل نہ آهي، تن کي ماسٽري ڪانہ ملندي. هو وڃي پٽيوالي يا بيلداري ڪن!“ (3)

پائنجي ٿو تہ سنڌي فائنل وارو سرشتو بہ 1960ع واري قومي تعليمي ڪميشن جيءَ سفارشن تحت ختم ڪيو ويو. ڪيئن بہ هجي، پر اهو سنڌي فائنل واري سرشتي کي ختم ڪرڻ وارو قدم سنڌ جي اُسرندڙ وچولي ڪلاس کي ڇٽڻ جي ڏِس ۾ هڪ نهايت گهاتڪ قدم هو.

## (ب) لازمي پرائمري تعليم

سنڌ ۾ لازمي پرائمري تعليم جو بنياد سنہ 1923ع واري بامبي پرائمري ايجوڪيشن ايڪٽ تحت پيو. (4) پر انهيءَ تي ابتدائي پنجن سالن تائين عمل نہ ٿيو. سنہ 1928ع ۾ انهيءَ جي شروعات لاڙڪاڻي تعلقي مان ٿي. سنڌ جي بامبي کان عليحدگيءَ کان پوءِ انهيءَ اسڪيم تي تيزيءَ سان عمل شروع ٿيو. سنہ 1938ع ۾ سکر، سنہ 1939ع ۾ دادو ۽ سنہ 1946ع تائين وڏيڪ پنج تعلقا انهيءَ اسڪيم ۾ آيا. سنڌ اطلاعات کاتي طرفان جاري ڪيل هڪ نقشي مطابق (5) 1954ع تائين انهيءَ اسڪيم هيٺ 53 تعلقا اچي چڪا هئا ۽ 1955ع ۾ وڌيڪ ٽن تعلقن جي شامل ٿيڻ جي تجويز هئي. صد افسوس جو ون يونٽ ٺهڻ کان پوءِ سنہ 1955ع ۾ انهيءَ اسڪيم کي باقائدي ختم ڪيو ويو. (6)

## 2. قومي تعليم بابت ڪميشن (شريف ڪميشن)

جنرل ايوب خان آڪٽوبر 1958ع ۾ مارشل لا نافذ ڪري ملڪ جو صدر ۽ چيف مارشل لا ايڊمنسٽريٽر بنجي ويو. ملڪ کي ”سڌارڻ“ واسطي سندس ذهن ۾ ڪيئي منصوبا ۽ پروگرام هئا. ملڪ ۾ ”انقلابي سڌارا“ آڻڻ لاءِ هن ٿيهارو کن ڪميشنون ۽ ڪاميٽيون ٺاهيون. جن جو آخري نتيجو متحده

پاڪستان جو خاتمو ۽ بنگلاديش جو قيام ٿيو هو! هن تعليمي جي ميدان ۾ سڌارن جي سفارشن واسطي ڪميشن آن نيشنل ايجوڪيشن بہ ٺاهي. عام طور تي انهيءَ کي شريف ڪميشن بہ چيو ويندو هو. انهيءَ ڪميشن جي دائره ڪار (Terms of References) جي في الحال خبر نہ پئجي سگهي آهي، پر انهيءَ جي سفارشن سنڌ جي تعليمي معيار ۽ نظام کي وڏو هاڃو رسايو. سنڌ جي مشهور تعليمي ماهر ڊاڪٽر حبيب الله صديقي صاحب مطابق:

"Concomitant with the check and and set_back received by the Sindh Compulsory Education Scheme and opening of substandard primary schools in the rural areas of Sindh under the. first Five Year Plan and thereafter, the recommendations of the Sharif Commission and the over_hauling of standards, curriculum and existing arrangements, affected thereby, there set a state of confusion and chaos in educational institutions of Sindh,.." (7)

تعليمي ميدان ۾، سنڌ جي ڪيس کي علامہ آءِ آءِ قاضي صاحب جي مئي 1959ع ۾ سنڌ يونيورسٽيءَ جي وائيس چانسليريءَ تان استعفيٰ ڏيڻ واري فيصلي ناقابل تلافي نقصان پهچايو.

علامہ صاحب سنہ 1938ع ۾ پاونجاهہ ورهين جي عمر ۾ سنڌ مدرسي ۾ وائيس پرنسپال ٿيڻ لاءِ درخواست ڏني هئي، جا جي. ايم. سيد صاحب جي ڪوشش جي باوجود منظور نہ ٿي. (8) اپريل 1951ع ۾ کين سنڌ يونيورسٽيءَ جو وائيس چانسلر مقرر ڪيو ويو. سندن عمر اُن وقت 65 ورهيہ هئي. جي. ايم. سيد صاحب جي مطابق يونيورسٽيءَ ۾ علامہ صاحب جي مخالفت ۾ اردو پريس کين ڏاڍو پريشان ڪيو جنهنڪري سنہ 1956ع ۾ پاڻ يونيورسٽي ڇڏڻ جو ارادو ڪيائون، پر جي. ايم. سيد ۽ حاتم علي علويءَ جي سمجهائڻ تي اهو ارادو لاهي ڇڏيائون. (9) ايوبي مارشل لا کان بددل ٿي، مئي 1959ع ۾ استعفيٰ ڏنائون. اُن وقت سندن ڄمار 73 سال کن هئي. ڊاڪٽر الانا صاحب جي مطابق استعفيٰ جو فوري ڪارڻ، اُن وقت جي سب مارشل لا ايڊمنسٽريٽر برگيڊيئر (اڳتي هلي

جنرل) تڪا خان جو اهو فيصلو هو تہ سنڌ يونيورسٽيءَ جي اُها پاليسي، جنهن تحت پنجين انگريزيءَ کان سنڌين واسطي اُردوءِ غير سنڌين واسطي لازمي سنڌيءَ جا مضمون رکيل هئا، تنهن پاليسيءَ ۾ ترميم ڪري غير سنڌين واسطي سنڌيءَ جو مضمون ختم ڪرڻ هو. (10) پر رڪارڊ ۾ اهڙي ڪابہ ڳالهہ سامهون نہ آئي آهي. البتہ هڪ بزرگ ماهرِ تعليم جو چوڻ آهي تہ دراصل هڪ ميجر صاحب، علامہ صاحب جي آفيس ۾ بدتميزيءَ واري انداز ۾ بنا اجازت داخل ٿيا. جنهن علامہ صاحب جهڙي حساس شخص کي ايڏو تہ رنجايو جو پاڻ هڪدم آفيس مان اُٿي گهر هليا ويا، جتان استعفيٰ ڏياري موڪليائون. والله علم باثواب.

علامہ صاحب جي استعفيٰ ڏيڻ جو ڪهڙو بہ سبب هجي، پر تعليمي ڪميشن جي ٺهڻ ۽ انهيءَ جي ڪارروائيءَ ۾ علامہ صاحب يا ڪنهن ٻئي سنڌي عالم جي نمائندي طور عدم شموليت انتهائي هاڃيڪار ثابت ٿي. ڏيپلائي صاحب هفتيوار انسان ۾ انهيءَ صورتحال تي افسوس جو اظهار ڪندي لکيو:

> "اها سنڌ جي هڪ وڏي بدقسمتي هئي جو عين اُنهيءَ وقت جڏهن تعليمي ڪميشن مقرر ڪئي ويئي، يونيورسٽيءَ ۾ ڪي اهڙيون حالتون پيدا ٿيون، جنهنڪري سنڌ يونيورسٽيءَ جو وائيس چانسلر حضرت علامہ قاضي صاحب استعفيٰ ڏيڻ تي مجبور ٿيو ۽ سندن جاءِ تي هڪ غير سنڌي محترم ڊاڪٽر رضي الدين صديقي وائيس چانسلر مقرر ٿيو." (11)

اڳتي هلي ڏيپلائي صاحب لکي ٿو:

> "محترم رضي الدين صديقي صاحب هڪ اعليٰ درجي جو عالم فاضل آهي. مگر اها حقيقت آهي تہ هو سنڌ جي حالتن کان واقف ڪونہ هو ۽ نڪي کيس سنڌ جي عوام جي ضرورتن جي خبر هئي. جنهن جو نتيجو اهو نڪتو جو جڏهن تعليمي ڪميشن وٽ ذريعہ تعليم جو موضوع بحث هيٺ آيو تڏهن صديقي صاحب اها ٿي سفارش ڪئي تہ سنڌ ۾ ٽئين درجي کان اُردو لازمي ٺهرائي وڃي ۽

چهين درجي کان ذريعہ تعليم بنائي وڃي. انهيءَ صورتحال تي جيڪڏهن ڪهڙو بہ سنڌي وائيس چانسلر هجي ها تہ هن فيصلي تي ڪڏهن بہ صاد نہ ڪري ها ۽ يڪدم سنڌ جو پاسو پيش ڪري ها تہ ائين ڪرڻ سنڌي شاگردن سان ڪورو ناحق ٿيندو...! پر محترم صديقي صاحب کي انهن ڳالهين جو علم ڪونہ هو ۽ فطري طرح هو اُردوءَ جو دلداده هو، انڪري هن بنا ڪنهن چون چران جي ڪٽي هن "سنڌي ڪُش" رپورٽ تي صحيح ڪئي.(12)

## سنڌي زبان سوسائٽيءَ جو قيام

تعليمي ڪميشن (شريف ڪميشن) جي سنہ 1959ع جي آخر ڌاري آيل ٿي ڏسجي. اُن دور جي اخبارن ۽ رسالن جو رڪارڊ في الوقت مهيا نہ هجڻ سبب محترم ڊاڪٽر الانا صاحب پنهنجي مقالي جو بنياد سہ ماهي "مهراڻ" جي 1959ع واري رپورٽ تي رکيو آهي، جيڪو صورتحال جي مڪمل تصوير پيش نٿو ڪري. "سنڌي زبان سوسائٽي" جو قيام 12 فيبروري 1960ع ۾ اورينٽيل ڪاليج حيدرآباد ۾ ڪاليج جي پرنسيپال مخدوم امير احمد جي ڪوٺ تي عمل ۾ آندو ويو. هن ميڙ جي وڏي ۾ وڏي خوبي اها هئي تہ سنڌي عالمن، اُستادن ۽ اديبن پنهنجي نظرياتي ۽ جماعتي ويڇا وساريندي، ٻوليءَ جي بقا واري معاملي تہ عظيم المثال يڪجهتيءَ جو مظاهرو ڪيو. هن گڏجاڻيءَ جي رپورٽ ڏيندي هفتہ وار "انسان" رقم طراز آهي تہ

> "... تعليم ڪميشن جي رپورٽ (سنڌي ٻوليءَ بابت) اسان جي سيني اُميدن تي پاڻي هاري ڇڏيو ۽ ظاهر ٿي ويو تہ" ڏکي ٿوءِ ڏکان ٿوڙي وسن مينهڙا" (13)

رپورٽ ۾ ڄاڻايل آهي تہ (گڏجاڻي ۾ شامل) سيني جي "متفق راءِ ٿي تہ تعليمي ڪميشن جي رپورٽ تي عمل ٿيندو تہ "سنڌي ٻوليءَ ۽ ادب جي ترقيءَ جا دروازا هميشہ لاءِ بند ٿي ويندا ۽ سيني سنڌي ڳالهائيندڙن، خواه سندن نسل تي ان جو نهايت برو اثر پوندو انڪري ڪافي غوروخوض بعد سرڪار کان يڪراءِ مطالبو ڪيو ويو تہ:

"سنڌيءَ کي، جا هڪ ترقي يافته ۽ شاهوڪار زبان آهي، ۽ ابتدائي درجي کان وٺي يونيورسٽيءَ تائين ذريعه تعليم طور هلندي پئي رهي آهي، ۽ اها موجوده حالتن ۾ قائم رهڻ ڏني وڃي..." (14)

هيءُ مطالبو عمل ۾ آڻڻ واسطي ملڪ گير تحريڪ هلائڻ لاءِ شيخ رحيم بخش صاحب جي صدارت هيٺ "سنڌي زبان سوسائٽي" قائم ڪئي ويئي، نه ڪ مخدوم امير احمد جي صدارت هيٺ، جيئن عام طرح سمجهيو ويندو آهي! "انسان" جي ٿي 7 مارچ، 1960ع واري پرچي ۾ مخدوم امير احمد صاحب طرفان "سنڌي عوام ڏي اپيل" ۾ سندن عهدو "چيئرمين ڪارويباري ڪميٽي" ڄاڻايل آهي(15). انهيءَ "اپيل" ۾ مخدوم امير احمد صاحب سنڌي عوام تي زور ڏنو ته "سنڌي زبان سوسائٽيءَ" جي پاس ڪيل ٺهراءَ بابت پنهنجي راءِ، سنجيدگيءَ سان ۽ اثرائتي نموني صدر مملڪت ۽ وزير تعليم کي موڪلي ڏين. ازانسواءِ سوسائٽيءَ طرفان هيٺين قدمن کڻڻ جو فيصلو پڻ ڪيو ويو.

(1) صدر مملڪت جي خدمت ۾ پيش ڪرڻ لاءِ ۽ تفصيلي ۽ مدلل ياداشت نامو (Memorandum) تيار ڪرڻ.

(2) سنڌي ادبي سنگت سڄيءَ سنڌ ۾ عوام کان صحيحون وٺڻ جي مهم هلائي، اهي صحيحون هڪ "اِسڪرول" جي شڪل ۾ صدر آڏو پيش ڪري.

(3) سنڌي عوام جي راءِ جو اظهار پوسٽ ڪارڊن وسيلي صدر مملڪت تائين پهچائڻ.

## مٿين فيصلن تي ڪنيل عملي قدم:

### (1) صدر پاڪستان جي غور واسطي ياداشت نامو (Memorandum) :

سوسائٽيءَ هيءَ نهايت اهم ذميداري مرحوم پروفيسر علي نواز جتوئي صاحب جي حوالي ڪئي، جنهن هن ذميواريءَ کي نهايت عمدگيءَ سان سرانجام ڏنو ۽ ٻن هفتن جي مختصر عرصي ۾ ياداشت نامو انگريزيءَ ۾ تياري ورتو. عام تاثر اهو هو ته محترم ڊاڪٽر نبي بخش بلوچ سندن رهنمائي ڪرڻ فرمائي هئي ۽ ياداشت نامي ۾ ضروري اصلاح ۽ اضافا پڻ ڪيا هئا. انگريزي ياداشت نامي جي ڪاپي ته في الوقت هٿ اچي نه سگهي آهي، البته انهيءَ جو سنڌي ترجمو

جيڪو مرحوم ناصر مورائي صاحب ڪيو هو جنهن ۾ ڪميشن جي سفارش، جيڪا 283 ۽ 284 صفحن جي تيرهين ۽ پئرا ۾ ڏنل هئي، تنهن جو ذڪر هن طرح ڪيل آهي:

”ٻين ملڪن ۾ ڪيل باضابطہ تجربا ڏيکارين ٿا تہ جتي گهڻيون زبانون ڳالهايون وڃن ٿيون، اتي بهترين تعليمي نتيجا ۽ قومي زبان جو مڪمل فهم تڏهن ئي حاصل ڪري سگهجي ٿو جڏهن شاگرد جي مادري زبان پنجين درجي تائين تعليمي ذريعو ۽ قومي زبان ٽئين درجي کان هڪ اييپاسي مضمون هجي، ۽ ڇهين درجي کان قومي زبان، مادري زبان جي جاءِ پرينديءَ تعليمي بنجي... اسين (يعني ڪميشن) انهيءَ نظريي سان اتفاق ڪريون ٿا ۽ انهيءَ کي عمل ۾ آڻڻ جي سفارش ڪريون ٿا، سنڌي جيئن هينئر آهي، تعليمي ذريعو رهندي، پر ٽئين درجي کان هڪ لازمي اييپاسي مضمون طور اُردو متعارف ڪرائي ويندي، ٽئين درجي کان ڇهين درجي تائين اُردو جي سکيا لاءِ ٽائيم ٽيبل ۾ اُردوءَ کي ڪافي وقت ڏنو وڃي تہ جيئن ان کي ڇهين درجي کان اثرائتي نموني تعليم جو ذريعو بنائي سگهجي.“

پر سنڌي زبان سوسائٽيءَ جي يادآشت سان ڪهڙو سلوڪ ڪيو ويو — هڪ دفعو وري هفتي وار ”انسان“:

”...ڪميشن جي رپورٽ تي پوري غور ڪرڻ بعد سنڌي زبان سوسائٽيءَ هڪ احتجاجي ٺهراءُ پاس ڪيو ۽ صدر محترم کي ميمورينڊم پيش ڪرڻ لاءِ وفد تيار ڪيو — پر اها نهايت افسوس جي ڳالهہ آهي جو صدر محترم انهيءَ وفد کي ملڻ لاءِ بہ انڪار ڪري ڪين وزير تعليم جو ڏس ڏنو ۽ محترم وزير تعليم بہ هنن ستن لکڻ تائين ملاقات جي درخواست جو نڪو جواب ڏنو آهي ۽ نہ ئي ڪا پهچ ملي آهي. ممڪن آهي تہ پٽ شاهہ جي اجتماع وقت پاڻ ملاقات ڏئي.“ (16)

سنڌي زبان سوسائٽيءَ جي طرفان صدر ۽ وزير تعليم سان ملاقات تي

حڪومت جي سرد مهريءَ واري رويي کان قطع نظر خود سي. آئي. ڊيءَ جو رويو کهڙو رهيو انهيءَ بابت "انسان" ٻڌائي ٿو:

"... اسان جي، سي. آئي. ڊي سڳوريءَ "سنڌي زبان سوسائٽيءَ" خلاف اعليٰ آفيسرن کي بدظن ڪرڻ جي زور دار مهم شروع ڪئي. مارشل لا اٿارٽيز کي بدگمان ڪيو ميمبرن جي گرفتاريءَ جا پرزور افواه اُٿاريا ۽ ميمبرن کي پوريءَ طرح هراس ۾ وڌو ويو ...نتيجه طور مارشل لا ۽ پوليس آفيسرن سوسائٽيءَ جي وڏن ڪم ڪندڙن سان ملاقات ڪئي. ميمورينڊم جون ڪاپيون اڳوات طلب ڪيون."

## پاڪستان رائٽرز گلڊ

پاڪستان رائٽرز گلڊ به هن معاملي کي هٿ ۾ ڪنيو. صدر پاڪستان طرفان مقرر ڪيل پاڪستان رائٽرز گلڊ جي "زبانن ۽ رسم الخط واري ڪميٽيءَ" پنهنجي پهرئين ميٽنگ، جيڪا ڍاڪا ۾ پهرين اپريل، 1960ع تي ٿي، پنهنجي سفارشن ۾ چيو ته:

"پهرين درجي کان پنجين درجي تائين تعليم فقط مادري زبان ۾ پڙهائي وڃي. جتي اُردو پار جي غير مادري زبان آهي، اُتي اردو ثانوي تعليم جي شروعات ڇهين درجي کان سيکارڻ گهرجي...پهرين ڪل پاڪستان تعليمي ڪانفرنس، جيڪا قائداعظم جي حڪم سان ڊسمبر ۽ جنوري 1947ع ۾ سڏائي وئي هئي، ۾ جنهن اهو بنيادي اصول طيءِ ڪيو هو ته پرائمري تعليم مادري زبان ذريعي ڏني وڃي، تنهن جي هيءَ ڪاميٽي تائيد ٿي ڪري ته...هيءَ ڪاميٽي سفارش ٿي ڪري ته سنڌي زبان جيئن ته هڪ تمام ترقي يافته زبان آهي ۽ گذريل اڌ صديءَ کان هاءِ اسڪول تائين ڪاميابيءَ سان تعليم جو ذريعو بڻي رهي آهي، تنهنڪري ان کي ثانوي (سيڪنڊري) تائين ذريعه تعليم طور بحال رهڻ گهرجي...

## 2. سنڌي ادبي سنگت طرفان ناهيل اسڪرول

سنڌي ادبي سنگت (جنهن جو اُن وقت حيدرآباد جو سيڪريٽري محترم مقبول

احمد پنهور هو)، وڏي جاکوڙ ڪري سچي سنڌ مان سنڌي ٻولي جي ذريعہ تعليم ڪرڻ جي مطالبي جي حمايت ۾ ڪاغذن جي چٽڪين تي سنڌي عوام جون صحيحون حاصل ڪري هڪ "اسڪرول" ٺاهيو هو جيڪو انسٽيٽيوٽ آف سنڌالاجيءَ ۾ محفوظ آهي. اسڪرول ڪاري رنگ جي ململ جي پٽيءَ تي مشتمل آهي. پٽيءَ جي ويڪر اٽڪل چار انچ آهي. پٽيءَ تي اڌ انچ ويڪرين ۾ چار انچ ڪن ڊگهيون 22500 ڪاغذ جون چٽڪيون چنبڙايل آهن. پٽيءَ جو ويڙهو جيڪو پري کان نوار جي ويڙهي وانگر لڳي ٿو انهيءَ جو نيم قطر اٽڪل سوا فوٽ آهي.

بدقسمتيءَ سان اِهو "اسڪرول" ڪنهن بہ اختياري وارِي اڳيان پيش ڪرڻ جي نوبت نہ آئي. اهڙيءَ طرح اها محنت لاڀائتي ثابت نہ ٿي.

### 3. پوسٽ ڪارڊ تحريڪ

صدر مملڪت ڏانهن سنڌيءَ عوام طرفان انفرادي طور پوسٽ ڪارڊ، جن تي سنڌي زبان کي ذريعہ تعليم طور جاري رکڻ جو مطالبو ڇپيل هو موڪلڻ جي تحريڪ راقم الحروف طرفان پيش ڪئي ويئي. (17)

هن اسڪيم (پوسٽ ڪارڊ) جو هڪ پس منظر هو سنہ 1953ع ڌاري لاهور ۾ قاديانين خلاف هلايل ختم نبوت تحريڪ، جنهن دوران ٿيل فسادن ڪري مقامي طور تي مارشل لا ڪورٽ، جماعت اسلاميءَ جي امير مولانا ابوالاعليٰ مودوديءَ کي ڦاسيءَ جي سزا ڏني هئي. انهيءَ سزا کي رد ڪرائڻ واسطي جماعت اسلاميءَ ٻين طريقن سان گڏ ماڻهن کان ڇپيل احتجاجي پوسٽ ڪارڊ حڪومت کي موڪلڻ جي تحريڪ هلائي. اهڙا ڪارڊ جماعت اسلاميءَ جي ڪارڪنن هڪ وسيع مهم ذريعي ماڻهن کان پرائي پئي موڪلرايا. ڪارڊ جي قيمت هڪ آنو رکي هئاتون. هڪ دفعي راقم الحروف محترم پرواني پنهور سان گڏ اسان جي پريس وٽ ايراني ريسٽورينٽ (ڪيفي راڪسي) ۾ چانهہ پئي رهيو هو تہ جماعت اسلاميءَ جو هڪ ورڪر اسان کان ا هو ڪارڊ پرائي ويو. اهو واقعو منهنجي ذهن ۾ نقش ٿي ويو هو. سنڌي زبان سوسائٽيءَ جي ميٽنگ ۾ مون کي اهڙي ئي پوسٽ ڪارڊ تحريڪ هلائڻ جو خيال آيو.

اها رٿ منظور ٿي. مرحوم مقبول پنهور (سيڪريٽري، سنڌي ادبي سنگت حيدرآباد) خواهش ڪئي تہ انهيءَ مهم جي سربراهي پاڻ ڪندو. اسان

شاگردن جو گروپ (جنهن تازو مئٽرڪ پاس ڪري گورنمينٽ ڪاليج ۾ انٽر سائنس ۾ داخلا ورتي هئي ۽ سرائي اُميد علي مرحوم جي ترغيب تي نيشنل عوامي پارٽيءَ جا ميمبر ٿيا هئاسون.)، جنهن ۾ اسدالله قاضي (موجوده وائيس چانسلر اسرا يونيورسٽي) عبدالستار ميمڻ (قاسم آباد ۾ قائم سونهري بنوڪ ڊيپو جو مالڪ)، الله بخش سومرو (جنهن ڪجهه عرصو اڳ واپڊا جي جنرل مئنجر طور رٽائر ڪيو) ۽ ٻين ڪجهه دوستن مقبول پٺاڻي صاحب جي سربراهيءَ ۾ ڪم ڪرڻ کان انڪار ڪيو. اُن وقت اسان نوجوان ليڪچرار غلام علي الانا صاحب کي ڏاڍو چاهيندا هئاسون. اسان جي زور ڀرڻ تي الانا صاحب کي پوسٽ ڪارڊ اسڪيم جو سربراهه مقرر ڪيو ويو. ڪارڊ جي مسودي ۽ ڇپائيءَ جو ڪم مون کي سونپيو ويو. مواد جو ڊرافٽ تہ مون تيار ڪيو پر انهيءَ کي سهڻي سنڌيءَ جو روپ محترم شمشيرالحيدريءَ ڏنو. ڪارڊ جو مواد هن ريت هو:

پيارا صدر

السلام عليڪم

آءٌ آزاد پاڪستان جو هڪ معزز شهري آهيان. اوهان جي مقرر ڪيل "قومي تعليمي ڪميشن" طرفان ظاهر ڪيل رپورٽ جي ڪن فقرن بابت آءٌ پنهنجي راءِ اوهان جي نيڪ غور لاءِ پيش ڪرڻ چاهيان ٿو. تازو جناب وزير تعليم طرفان پڻ اهڙن مشورن جي خَير مقدم جو اظهار اخبارن ۾ آيل آهي، جنهن جي پيش نظر، مون کي يقين آهي تہ ڪميشن جي سفارشن کي عام راءِ جي روشنيءَ ۾ عمل هيٺ آندو ويندو.

ڪميشن جي رپورٽ ۾ حيدرآباد ۽ خيرپور ڊويزنن لاءِ ابتدائي ڇهين درجي کان تعليم جو واحد ذريعو اُردوءَ کي ٺهرائڻ جي سفارش ڪيل آهي، جا هر طرح غلط ۽ غير معقول آهي. تعليمي نفسيات توڙي لسانيات جي عالمي نظريي مطابق، تعليم جو ذريعو "مادري زبان" کي تسليم ڪيو ويو آهي. جيڪڏهن ڪميشن جي هن ط تجويز کي عمل ۾ آندو ويندو تہ پاڪستان

جي اڌ ڪروڙ سنڌي ڳالهائيندڙ باشندن کي فائدي بجاءِ نقصان پهچندو. سنڌ جي علم، ادب، ثقافت ۽ تعليم جو اهو نقصان، مجموعي طرح پاڪستان جو قومي نقصان آهي. سنڌي شاگردن لاءِ ذريعہ تعليم "سنڌي زبان" هجڻ ضروري آهي. سنڌ جي باشندن پاڪستان جي تاريخ ۾ شاندار خدمتون ادا ڪيون آهن. منهنجي زوردار استدعا آهي تههن باري ۾ اوهين ذاتي طرح دلچسپي وٺي؛ تعليمي ڪميشن جي غلط تجويز جي اصلاح ڪري، سنڌي علائقي جون بهترين همدرديون حاصل ڪندا. پاڪستان زنده باد

هڪ وفادار پاڪستاني

اُن زماني ۾ پوسٽ ڪارڊ جي قيمت پنج پئسا هئي. ابتدائي طور پنج هزار ڪن ڪارڊ ڇپائڻ واسطي 300_400 ڪن رپيا گهربل هئا. اسان جا تہ کيسا خالي هئا. پئسا گڏ ڪرڻ جي مهم الانا صاحب پنهنجي جماعت خاني واري علائقي (ٽنڊي ولي محمد) جتي سندس رهائش گاهہ هئي، اُتان شروع ڪئي. هڪ هڪ دڪان تي وياسون. علائقي ۾ الانا صاحب جو وڏو مان هو. غربت جو زمانو هو ـ ڪنهن رپيو ڏنو ڪنهن ٻہ پر خالي هٿين ڪنهن بہ نہ ڇڏيو. پوءِ اسان شاگردن جي ٽوليءَ ڳاڙهي ڪاڻي جي علائقي ۾ وڪيلن کان ڪجهہ چندو گڏ ڪيو. ٽئين ڏينهن حيدرآباد جي هڪ انڪم ٽيڪس آفيسر وٽ وياسون جيڪو هڪ قوم پرست طور مشهور هو اسان کي تہ وڏيون اميدون هيون تہ نہ صرف پاڻ بلڪہ پنهنجي واسطيدارن کان بہ چڱي مدد وٺي ڏيندو پر آفيس جي ٻاهران بہ ڪلاڪ انتظار ڪرائي رڳو پنج رپيا عنايت ڪيائين! بهرحال جنرل پوسٽ آفيس مان جيترا ڪارڊ مليا، ورتا ويا. رات جو لِڪ ۾ ڏيپلائي صاحب جي پريس ۾ ڇپيا ويا. ٻئي ڏينهن ورهاست شروع ٿي. محترم عبدالغفار انصاري (جيڪو پي. ڊبليو. ڊي ۾ انجنيئر هو ۽ اڳتي هلي 1971ع ۾ مشرقي پاڪستان ۾ پوسٽنگ دوران لاپتہ ٿي ويو) اسان کي سرڪاري جيپ پيٽرول سميت مهيا ڪئي، جنهن ۾ اسان جو ٽولو آس پاس وارن ڳوٺن خاص طور تي ٽنڊو ڄام، ٽنڊوالهيار، ماتلي وغيره ڏانهن ويو. ڪارڊ جي قيمت فقط هڪ آنو رکي وئي. جنهن کي وڏيڪ ضرورت هئي، اُن کي

مقامي طور تي ڇپائڻ جو مشورو ڏنو ويو. گشت الانا صاحب جي سربراهيءَ ۾ ٿيا.هر هنڌ عزت پري موٽ ملي. ڪم تمام تيزيءَ سان هلي رهيو پر حيدرآباد جي پوسٽ آفيس ۾ وڏيڪ ڪارڊ ٿي نه رهيا. سڄي سنڌ ۾ مقامي طور تي دوستن ڪارڊ ڇپائڻ شروع ڪيا.

انهن ڪارروائين مقامي انتظاميه کي مچرائي وڌو. جيتري قدر مون کي ياد ٿو پئي، حيدرآباد جي مارشل لا وارن سوسائٽيءَ جي اڳواڻن کي گهرائي ڪانئن بيان ڏيارايو ته سوسائٽيءَ جو انهن ڪارڊن سان ڪوبه تعلق نه آهي. ائين ڪنڌي اها مهم اڌوري رهجي ويئي.

## 4. سنڌي ادبي سنگت

ڊاڪٽر الانا صاحب جي چاڻ مطابق 23 سيپٽمبر 1962ع تي سنڌي ادبي سنگت پنهنجي ڪنوينشن ۾ زوردار ٺهراءُ بحال ڪيا! اها ڳالهه سمجهه ۾ نه ٿي اچي ته سنگت انهيءَ معاملي ۾ ايتري دير ڇو لڳائي ۽ جيئن مٿي ڄاڻايو ويو آهي، سنگت "اسڪرول" جو به خاطر خواه استعمال نه ڪيو.

## 5. "انسان" رسالي ۾ زوردار ايڊيٽوريل ۽ مضمون

اُن دور جي رسالن ۽ اخبارن مان في الوقت صرف هفتيوار "انسان" جو رڪارڊ مهيا ٿي سگهيو آهي. انهيءَ رسالي نهايت زوردار مضمون ۽ ايڊيٽوريل لکيا، جن جو تفصيل هن ريت آهي.

(1) "اُردو يا سنڌي– اردو ۽ سنڌي" 9 مئي، 1960ع

(2) "سنڌ جون رڙيون" 8 آگسٽ، 1960ع

(3) "ذوالفقار علي ڀٽو ڏانهن کليل خط" 8 اپريل، 1960ع

(4) "سنڌي زنده رهندي" 21 مارچ، 1960ع

(5) "پرڏيهي وزير منظور قادر ڏانهن کليل خط" 9 مئي، 1960ع

(6) "سنڌي يونيورسٽيءَ بابت سوچ" 25 جولاءِ 1960ع

## 6. سنڌي يونيورسٽي ٺاهڻ بابت سوچ

ڏيپلائي صاحب جو خيال هو ته سنڌين واسطي، اُن وقت جي حالتن تحت،

دهليءَ ۾ پاڪستان ٺهڻ کان اڳ، مولانا محمد علي جوهر وغيره جي قائم ڪيل ”جامعہ مليہ“ وانگر هڪ ”سنڌي يونيورسٽي“ ٺاهڻ لازم ٿي پيو هو. ”سنڌي يونيورسٽي“ جي ضرورت جو احساس ڏياريندي، هڪ طويل ايڊيٽوريل 9 مئي، 1960ع واري هفتيوار انسان ۾ ڏيپلائي صاحب لکيو:

”اُٿو اُٿو اي سنڌيو!

اج نہ اُٿندو تہ ڪڏهن بہ اُٿي نہ سگهندو...“.

ان جي حمايت ۾ سنڌي زبان سوسائٽيءَ طرفان 17 جولاءِ 1960ع واري ميٽنگ ۾ بہ غور ڪيو ويو. سڀني حاضر ميمبرن هن مسئلي جي اهميت کي پوري طرح محسوس ڪيو.

منهنجي يادگيريءَ موجب مٿئينءَ سموري هلچل مان بظاهر ڪو خاص نتيجو برآمد نہ ٿيو. وقت گذرڻ سان ”سنڌي زبان سوسائٽي“ بہ خاموش ٿي ويئي. ڊاڪٽر الانا صاحب جهڙو متحرڪ ساٿي آگسٽ 1961ع ۾ لنڊن ڏانهن ۾ اعليٰ تعليم حاصل ڪرڻ لاءِ روانو ٿيو. جتان ٻن سالن کان پوءِ، آڪٽوبر 1963ع ۾ سنڌ واپس ٿي. انهيءَ دوران ڇا وهيو واپريو تنهن جي ڪين گهڻي خبر نہ رهي. سنڌالاجيءَ طرفان سنڌي اخبارن جا فائل ٺهڻ بہ 1963ع کان پوءِ شروع ٿيا. اُن کان اڳيون رڪارڊ في الوقت اُتي دستياب نہ آهي.

## 7. بک هڙتال

سنڌ يونيورسٽيءَ جي شاگردن طرفان آگسٽ– سيپٽمبر 1962ع ڌاري سنڌ يونيورسٽي اولڊ ڪيمپس ۾ بک هڙتال جو اهتمام ڪيو ويو. انهيءَ بک هڙتال ۾ ٽي شاگرد ويٺا، جن جا نالا اسان کي وسارڻ نہ گهرجن. اُهي شاگرد هئا:

1. محترم نظير چنہ
2. محترم يونس شرع
3. محترم بروهي صاحب (سڄي نالي جي خبر نہ پئي سگهي آهي)

هن بک هڙتال چڱو ٻائيتال ٻاريو. اُن وقت جي اهم ليڊرن مثلاً مير رسول بخش ٽالپر، پناهگير ليڊر ڪي بي جعفر، حضرت مخدوم طالب المولىٰ ۽ (شايد) ذوالفقار علي ڀٽو وغيره اُتي آيا ۽ شاگردن کي پنهنجيءَ حمايت ۽ سنڌن مطالبا

حڪومت تائين پهچائڻ جو يقين ڏياري. بک هڙتال ختم ڪرائي. اها بک هڙتال هفتو ڪن هلي.

## 8. بنگالين جو تعليمي ڪميشن جي تجويزن تي رد عمل:

اُن دور ۾ پريس سنسرشپ ڪري سنڌي ۾ اُردو اخبارن ۾ تعليمي ڪميشن جي تجويزن تي بنگالين جي احتجاجن جون خبرون، جيتري قدر مون کي ياد آهي، اسان تائين ڪونه پهچنديون هيون. پر پوءِ هٿ آيل مواد مان معلوم ٿو ٿئي ته بنگالين، ڪميشن جي ڪن تجويزن خلاف نهايت پرزور تحريڪ هلائي هئي. سندن تحريڪ، ڪميشن جي هيٺين تجويزن جي خلاف هئي:

(i) ڪاليجن ۽ يونيورسٽين تي گورنمينٽ جي وڌيڪ ڪنٽرول جي تجويز.

(ii) گريجوئيٽ ڊگريءَ جو مدو ٻن سالن مان وڌائي ٽي سال ڪرڻ جي تجويز.

(iii) اعليٰ تعليمي ادارن ۾ داخلائن تي سختين ۽ رڪاوٽن جي تجويز.

(iv) ڳري خرچ سان ماڊل اسڪولن ۽ ڪاليجن جي تعمير ڪرڻ جي تجويز.

(v) لازمي پرائمري تعليم واري سرشتي کي پندرنهن سالن تائين مؤخر ڪرڻ جي تجويز ۽

(vi) بنگالي ۽ اُردوءَ واسطي رومن رسم الخط ناهڻ جي تجويز.

مٿئين اعتراض مان معلوم ٿئي ٿو ته تعليمي معاملي ۾ بنگالين جو شعور اسان کان گهڻو مٿي هو. بنگالين پنهنجي تحريڪ کي نهايت پُر زور طريقي سان هلايو. 17 سيپٽمبر 1962ع تي شاگردن جي هڪ وڏي جلسي تي پوليس فائرنگ جي نتيجي ۾ ڪيترائي شاگرد شهيد ٿيا. انهيءَ واقعي جي يادگيريءَ ۾ 17 سيپٽمبر واري تاريخ "ايڊيوڪيشن ڏينهن" طور ملهائجڻ شروع ٿي. 17 سيپٽمبر 1963ع تي بنگالي شاگردن، 22 نقطن تي مشتمل مطالبا پيش ڪيا، جن ۾ تعليمي معاملن کان سواءِ ٻيا به ڪيترائي سياسي معاملا شامل هئا. چئي سگهجي ٿو ته تعليمي ڪميشن جي تجويزن بنگلاديش تحريڪ کي وڏي هٿي ڏني.

## 9. رسالي "انسان" تي بندش ۽ ڏيپلائي صاحب جي نظربندي:

جيئن مٿي چاڻايل آهي، تعليمي ڪميشن جي تجويزن تي ڏيپلائي صاحب

هفتہ وار "انسان" ذريعي ۽ پوسٽ ڪارڊن (جيڪي سنڌس پريس ۾ ڇپيا) ذريعي تمام تيز ۽ تند ايڊيٽوريل ۽ مضمون لکيا. اهي ڳالهيون گورنمينٽ کان برداشت نہ ٿيون. نتيجي طور "انسان" رسالي تي بندش پيئي ۽ ڊيپلائي صاحب تي "امن عامہ ۾ خلل وجهڻ"، "تعصب ڦهلائڻ"، "ملڪ دشمن سرگرمين ۾ ملوث هجڻ" ۽ اهڙن ٻين قلمن هيٺ ڪيس داخل ڪري جيل ۾ رکيو ويو.

'انسان' جو آخري پرچو 27 فيبروري 1961ع تي نڪتو.

**نتيجا**

(الف) مٿين سڀني تحريڪن ۽ احتجاجن جي نتيجي ۾ 13 آڪٽوبر تي حڪومت هڪ آرڊيننس ذريعي تعليمي ڪميشن جون ڪيتريون ئي تجويزون واپس ورتيون، جن ۾ سنڌي زبان کي انٽر تائين ذريعہ تعليم طور قبول ڪيو ۽ ٻين ڳالهين کان سواءِ بي. اي پاس ٻن سالن جو ڪورس ڪرڻ بہ قبوليو. وڌيڪ تفصيل في الوقت دستياب نہ آهن.

(ب) مٿين واقعن جو عيني شاهد هجڻ جي حيثيت ۾ ۽ اُن دور جي حالتن بابت ڪافي رڪارڊ رکندي، آءٌ انهيءَ راءِ جو آهيان تہ تـوڙي جـو حڪومت تي 1960ع واري سنڌي زبان سوسائٽيءَ جي هلايل سنڌي بولي تحريڪ جو اثر بہ پيو هوندو پر 13 آڪٽوبر 1962ع واري فيصلي جا حقيقي ڪارڻ سنڌي شاگردن جي بک هڙتال ۽ بنگالي شاگرد جي تحريڪ هئا.

## حوالا ۽ ڪتاب

حوالا:


(1) الانا، غلام علي، ڊاڪٽر: سنڌي پوليءَ جي ارتقا ص 309، 315.

(2) ضديقي، حبيب الله ڊاڪٽر:.Education in Sindh_Past and Present 170_71.

(3) ڏيپلائي، محمد عثمان: هفتہ وار "انسان" 9.5.1960

(4) ڏيپلائي، محمد عثمان: هفتہ وار "انسان"، 13 آگسٽ، 1959ع

(5) صديقي، حبيب الله، ڊاڪٽر.Education in Sindh_Past and Present P185 ·

(6) ايضاً p309

(7) ايضاً p310

(8) سيد، غلام مرتضيٰ شاهہ – "ساهڙ جا سينگار" ص 107.

(9) ايضاً ص 154

(10) الانا، غلام علي، ڊاڪٽر: سنڌي پوليءَ جي ارتقاء ص 370

(11) ڏيپلائي، محمد عثمان: هفتہ وار "انسان" 8 آگسٽ، 1960ع

(12) ايضاً

(13) ڏيپلائي، محمد عثمان: هفتہ وار" انسان" 22 سيپٽمبر، 1960ع.

(14) ايضاً

(15) ڏيپلائي، محمد عثمان: هفتہ وار "انسان"، 7 مارچ، 1960ع.

(16) ڏيپلائي، محمد عثمان: هفتہ وار "انسان" 8 آگسٽ، 1960ع.

(17) الانا، غلام علي، ڊاڪٽر: "نيوز اينڊ اوپينين" مارچ – اپريل ص 18

ڪتاب: ڊاڪٽر ايس همايون ۽ مسز تنوير خالد:

Student Politics and Bengali National movement. Journal of Pakistan Historical Society July 1996.

فقير عبدالغفور 'الستي'

# ملير ڊائيجسٽ ۽ سونن نالن وارو دستاويز

سچي سنڌ مون کي فقير عبدالغفور الستيءَ جي نالي سان سڃاڻي ٿي پر رڪارڊ ۾ منهنجو نالو عبدالغفور ميمڻ آهي. منهنجي ڄمڻ جو هنڌ ڳوٺ دڙو تعلقو ميرپور بٺورو ضلعو ٺٽو آهي. منهنجي جنم جي تاريخ 21 جنوري 1931ع آهي، ۽ منهنجي بنيادي تعليم ميٽرڪ آهي، جيڪا مون 1948ع ۾ سنڌ مدرسي مان پاس ڪئي هئي ۽ ان ۾ آءٌ ٽيون نمبر آيو هئس.

سنڌ سان منهنجي پهرين واقفيت سائين حامد علي سومري ڪرائي، جيڪو اسان جي پرائمري اسڪول ۾ استاد ٿي آيو هو. اسان جو اسڪول 1888ع کان به اڳ ۾ قائم ٿيو هو. سائين حامد علي، سنڌ سان ڏاڍي محبت رکندڙ شخص هو. هن ڪلاس روم ۾ چوڌاري پٽين تي سنڌ جا وڏا وڏا نقشا ضلعن ۽ تعلقن جي نالن سميت اڪاري ڇڏيا هئا، جيڪي اسان کي وڏي محبت سان ڏيکاريندو ۽ سيکاريندو هو. اهو ئي سبب هو جو ننڍي هوندي ئي سنڌ جو نقشو منهنجي دل تي هميشه لاءِ نقش ٿي ويو. پر ان زماني ۾ يعني جڏهن آءٌ پرائمريءَ ۾ پڙهندو هئس، هڪ خوبصورت چهرو به منهنجي دل تي نقش ٿي ويو ۽ ان پهرئين پيار جي پالوٽ، ڇيڄ مان جهلي اچي شاعريءَ جي چائنٽ تي بيهاريو _ نه رڳو ڪافيون سرجيندو هئس پر ڳائيندو به هئس.

مون جڏهن مئٽرڪ ڪئي تہ ورهاڱو ٿي چڪو هو. راتو واهہ لڏپلاڻ جي ڪري سڄو ماحول ئي مٽجي ويو. سمورا دوست احباب سنڌ ڇڏي روانا ٿيا. آءٌ وائڙو بڻجي، افسوس وچان پيو انهن منظرن کي ڏسندو هئس. منهنجو پنهنجو ڳوٺ دڙو جنهن لاءِ عام چوڻي هئي تہ "دڙو گيهہ جو گهڙو". ان جي مکيہ بازار هڪ ڏينهن ۾ ئي ويران ٿي وئي. چوڻ جو مطلب تہ ورهاڱي جا منهنجي ڪچڙي ذهن تي ڏاڍا گهرا اثر پيا.

1948ع ۾ مون کي اي وي اسڪول دڙي ۾ پڙهائڻ جي نوڪري ملي ۽ هڪ سال بعد اها ڇڏي، اين.اي.ڊي ڪاليج ڪراچيءَ مان اسپيشل اورسيئر ڪورس ڪيم. 1950ع ۾ سول انجنيئريءَ جي نوڪري ملي پر ڏهن سالن بعد اتان استعفا ڏئي ڇڏيم تہ جيئن سنڌ ۾ سجاڳي آڻڻ لاءِ ڀرپور ڪردار ادا ڪري سگهان. گذر سفر لاءِ ٺيڪيداري ڪرڻ شروع ڪيم. ان عرصي دوران لکڻ پڙهڻ جون سرگرميون بہ جاري رهيون. منهنجو پهريون قومي شعر 1956ع ۾ "روح رهاڻ" رسالي ۾ شايع ٿيو. ان کان اڳ منهنجي شعروشاعري جو مکيہ موضوع تصوف ۽ روحانيت هوندي هئي. هي اهو ئي زمانو هو جڏهن منهنجو سياست ڏانهن رجحان ٿيڻ شروع ٿيو. مون کي ياد ٿو اچي تہ شايد 1957ع ۾ "روح رهاڻ" پاران ون يونٽ خلاف جلسو ڪيو ويو هو جنهن ۾ شريڪ ٿيو هئس. اها منهنجي پهرين سياسي سرگرمي هئي. 1961ع کان مون باقاعدگيءَ سان سرگرم ڪردار ادا ڪرڻ شروع ڪيو. اخبارن ۽ رسالن ۾ ڏڙا ڏڙ شعر ڇپرائيندو هئس، جن اڳتي هلي ٽن ڪتابن جو روپ ورتو ۽ اهي هئا: "هي بيت ستايل سانگين جا"، "سنڌي ٻوليءَ" ۽ "او سنڌ جُون عورتون". آخري ڪتاب يعني "او سنڌ جون عورتون" ون يونٽ واري تحريڪ ۾ زبردست ڪردار ڪيو. ان سان سنڌي عورتن ۾ شعور آيو ۽ اهي بہ جدوجهد ۾ ڪاهي پيون، جنهن جو وڏو مثال اختر بلوچ آهي، جنهن کي "مادرِ سنڌ" جو لقب ڏنو ويو هو. ون يونٽ ٽوڙائڻ لاءِ هن بڪ هڙتال بہ شروع ڪئي، جنهن بعد وڏي انگ ۾ سنڌي عورتون هن تحريڪ ۾ شامل ٿي ويون.

1971ع ۾ مون ماهوار "مليرڊائيجسٽ" ڪڍڻ شروع ڪيو. ان وقت اردو ٻوليءَ ۾ تہ بيشمار ڊائيجسٽ ۽ رسالا نڪرندا هئا پر سنڌي ٻوليءَ ۾ رڳو ٻہ رسالا نڪرندا هئا_هڪ "روح رهاڻ" ۽ ٻيو "سهڻي". ٿوري عرصي بعد مولوي عبدالواحد آريسر "

ملير ڊائيجسٽ“ کان متاثر ٿي ”وينجهار“ رسالو ڪڍڻ شروع ڪيو. جيتوڻيڪ ان جا موضوع وطن پرستيءَ وارا هوندا هئا پر رسالي جو مجموعي تاثر مذهبي هوندو هو. جڏهن ته اسان وارو ڊائيجسٽ مڪمل فيملي ميگزين هوندو هو. ٻيو ته اسان اهو ”ريڊرس ڊائيجسٽ“ کان متاثر ٿي ڪييو هو (منهنجي اڄ به اها خواهش آهي ته سنڌي ٻوليءَ ۾ اهڙو معياري ڊائيجسٽ نڪري).

اسين، شروع ۾ ٽي ساٿي هئاسين — آءٌ، پناهہ جگر سنڌي ۽ نسيم سنڌي. ان کان سواءِ اسان سان جهوڪ جي طرف جو هڪ ديوان به گڏ هو جيڪو پاڻ کي صوفي سڏائيندو هو. ”ملير ڊائيجسٽ“ جون شروع ۾ هڪ هزار ڪاپيون نڪرنديون ۽ وڪامنديون هيون. پر پوءِ ان جي مواد ۽ پابنديءَ سان نڪرڻ سبب ان جو تعداد 3500 تائين پهتو. ان وقت ڪنهن سنڌي رسالي جي ايڏي سرڪيوليشن هڪ رڪارڊ هو. اسان جي ڊائيجسٽ جا ڪجهہ سلسلا عوام ۾ بيحد مقبول هئا، جيئن ”سنڌي ٻوليءَ کي للڪار“، ”نوان لکندڙ“، ”آءٌ ڪانگا ڪر ڳالهہ“، ۽ ”سونن نالن وارو دستاويز.“

انهيءَ هر سلسلي جي پويان هڪ خاص پس منظر هو جيئن ”سنڌي ٻوليءَ کي للڪار“ جي پويان حقيقت هيءَ هئي ته ان وقت سنڌي ٻوليءَ ۾ بگاڙ شروع ٿي رهيو هو. خاص طرح اخبارن ۾ مؤنث ۽ مذڪر جو ڪو تفاوت ڪونہ رهيو هو. ريڊيو تان دُرست اُچار ڪونہ ورتا ويندا هئا ۽ سنڌي ٻوليءَ ۾ اوپرا ۽ بيجا لفظ ٺنبجڻ لڳا هئا. ان خيال کي ذهن ۾ رکي مون هڪ تعارفي مضمون لکيو جنهن جي جواب ۾ سنڌي عالمن ۽ اڪابرن ڪيترائي مضمون لکيا، جيڪي هڪ ڌار ڪتابڙي ۾ شايع ٿيا آهن. ان کان پوءِ ”نوان لکندڙ“ سلسلي جو مقصد هوندو هو سنڌي ٻوليءَ جا نوان ليکڪ پيدا ڪرڻ. انهيءَ سلسلي ۾ اسين نون لکندڙن کي همٿائيندا هئاسين. هو اسان ڏانهن مختلف ليک لکي موڪليندا هئا، جن کي اسين سنواري سڌاري شايع ڪندا هئاسين. اهڙي طرح ”آءٌ ڪانگا ڪر ڳالهہ“ سلسلسي تحت پڙهندڙن جا خط ۽ مختلف معاملن تي سنڌن ٽيڪا ٽپڻي شايع ڪندا هئاسين.

هاڻي آءٌ پنهنجي اصل موضوع طرف ايندس ۽ اهو آهي ”سونن نالن واري دستاويز“ جو پس منظر بيان ڪرڻ. دراصل، اسان سنڌين ۾ ۽ خاص ڪري ٻين صوبن جي پڙهيل ڳڙهيل ماڻهن ۾، اهو عام تاثر هو تہ نيشنل عوامي پارٽي

جڏهن اقتدار ۾ ايندي تہ ازخود مادري ٻولين کي انصاف ڏياريندي، ڇو تہ عوامي ليگ جي پاليسين سبب مٿن سخت دٻاءُ هو. پر افسوس تہ بلوچستان ۽ سرحد ۾ قائم ٿيل حڪومتن مادري ٻولين کي نظرانداز ڪري، اردو ٻوليءَ کي سرڪاري ٻوليءَ جو درجو ڏياريو. ان جو وڏو نقصان اهو ٿيو جو بلوچستان جي جن جن علائقن ۾ سنڌي ميڊيم وارا اسڪول هئا، هڪ ئي ڌڪ سان بند ٿي ويا ۽ سنڌي ٻولي کي ناقابلِ تلافي هاڃو رسيا.

نيشنل عوامي پارٽيءَ جي موقعي پرستيءَ سبب ڪراچيءَ جا اردو دان جيڪي اڳ مايوس ٿي ويٺا هئا، انهن سنڌي ٻوليءَ جي سرعام مخالفت ڪرڻ شروع ڪئي. هوڏانهن ستين جولاءِ، 1972ع تي، سنڌ اسيمبليءَ، سنڌي ٻوليءَ جو بل پاس ڪيو جنهن سبب چند اردو ڳالهائيندڙن، سنڌ جي وڏن شهرن ۾ فساد شروع ڪيا. سندن اهڙي متعصب ۽ اڏنگي رويي اسان سنڌين کي ڏاڍو رنجايو. تڏهن منهنجي من ۾ خيال آيو تہ سنڌي ٻوليءَ جي ترقيءَ لاءِ ڪردار ادا ڪجي. پوءِ اسان "ملير ڊائيجسٽ" جي معرفت سنڌي ماڻهن کي اها ترغيب ڏيڻ شروع ڪئي تہ هو وڌ ۾ وڌ سنڌي ٻولي لکن، پڙهن ۽ ڳالهائين. پنهنجي ان خيال جي بنياد تي اسان "سونن نالن وارو دستاويز" جي نالي سان سلسلو شروع ڪيو ۽ هڪ قسم نامو پڻ شايع ڪيوسين، جنهن جا چار بنيادي مقصد هئا:

1. سنڌي ٻوليءَ کي، پاڪستان جي قومي ٻوليءَ جو درجو ڏيارڻ؛
2. سنڌي ماڻهن کي وڌ کان وڌ سنڌي ٻوليءَ ۾ لکڻ، پڙهڻ ۽ ڳالهائڻ جي ترغيب ڏيڻ؛
3. سنڌي ماڻهن کي گهٽي کان گهٽ رسالا، اخبارون، ڪتاب ۽ ٻيون اشاعتون (سنڌي ٻوليءَ ۾) خريد ڪرڻ لاءِ اتساهڻ؛
4. پڙهيل ڳڙهيل ماڻهن تي اهو زور پرڻ تہ هو پنهنجي آمدنيءَ جو اڌ سيڪڙو رقم سنڌي ٻوليءَ ۾ نڪرندڙ مواد خريد ڪرڻ تي خرچ ڪن.

سڀ کان پهرين اسان، ملير ڊائيجسٽ جي ٽيم اهو قسم نامو پڙهيو ۽ پوءِ تہ سڄيءَ سنڌ مان، وڏي انگ ۾ اسان کي فارم ڀري پهچڻ لڳا، جن ۾ ڪافي ماڻهن تہ پنهنجي رت سان نالا لکي، موڪليا.

مون ۽ منهنجي دوست ابن حيات پنهور، سنڌين جي حقن لاءِ شروع ڪيل ان

تحريڪ ۾ ڀرپور حصو ورتو. جنهن تي اطلاعات کاتي اسان جي خلاف مٿي غلط سلط رپورٽون موڪلڻ شروع ڪيون. نيٺ اهو ڏينهن به آيو جو اسان پنجن ڄڻن خلاف گرفتاريءَ جا وارنٽ نڪتا، ۽ پناهه جگر سنڌي، نسيم سنڌي، مسٽر ميمڻ (جيڪو نوابشاهه جو رهندڙ هو) جنهن ۾ مون سميت اسان تي ڇڻا گرفتار ٿيا سين ۽ ائين اسان جو رسالو بند ڪيو ويو. هتي هيءَ ڳالهه به ٻڌائيندو هلان ته ملير ڊائيجسٽ جي بند ٿيڻ جو اصل سبب هي هو ته مون ڊائيجسٽ جي آخري شمارن ۾ ”نئين پاڪستان“ (مغربي پاڪستان) خلاف ايڊيٽوريل لکيا هئا. مون انهن ۾ لکيو هو ته:

”هي نئون پاڪستان، ساڳيو پراڻو ون يونٽ آهي – پاڻ ان کان وڌيڪ مضبوط ۽ خطرناڪ، جنهن ۾ ننڍيون قومون استحصال سبب مري وينديون.“

ڊائيجسٽ ۾، مون 1957ع ۾ پير علي محمد راشديءَ جون ون يونٽ جي حمايت ۾ ڇپيل تقريرون به ڏنيون ۽ ٻڌايو ته اهي سڀ آسرا ڪوڙا نڪتا.

ايڊيٽوريلن ۾، مون سنڌي ماڻهن کي خبردار ڪيو ته پنو صاحب پنهنجي اقتدار لاءِ اسان تي ون يونٽ مڙهي رهيو آهي. سنڌ مان آءٌ پهريون ماڻهو هئس، جنهن علي الاعلان قلمي رستي ذريعي ان نظام جي مخالفت ڪرڻ شروع ڪئي.

بهرحال، آءٌ جڏهن ضمانت تي آزاد ٿيس ته مون پير علي محمد راشديءَ کي خط لکيو جنهن حيدرآباد ۾ ملڻ لاءِ وقت ڏنو. ملاقات ۾ مون کي چيائين، ”هن حڪومت مان ڪجهه ڪين ورندو ڇو ته اقتدار بري بلا آهي. جڏهن ماڻهو ڪرسيءَ تي ويهي ٿو ته پوءِ اڻ لاءِ ٻولي توڙي وطن ڪابه معنيٰ نٿا رکن. ماڻ ڪري ويهي ٻچن لاءِ گذر سفر ڪر. تون شريف ماڻهو آهين، تنهنڪري آءٌ توسان اها ڀلائي ڪري سگهان ٿو ته توکي تنهنجو جهان موٽرائي ڏيان.“ پوءِ هن مون کي ”پاڪستان نيشنل سينٽر اسلام آباد“ ۾ ڊائريڪٽر لائبررين جي عهدي تي مقرر ڪرايو.

هتي هڪ ٻي ڳالهه به ٻڌائيندو هلان ته جيئن آءٌ جيل مان نڪتس ته هفتي ڏيڍ اندر محمد ابراهيم جويو، غلام رباني آگرو ابن حيات پنهور ۽ سندن هڪ ٻيو ساٿي مون وٽ آيا ۽ مون کي چيائون ته ملير ڊائيجسٽ جا حق ۽ واسطا کين ڏيان

تہ جيئن هو ان کي جاري رکي سگهن. جنهن تي مون سوچڻ لاءِ ڪائنئن مهلت ورتي.
ان کان ڪجهہ وقت پوءِ مون وٽ خان محمد پنهور آيو ۽ هن بہ اهڙي خواهش جو اظهار ڪيو ۽ ملير ڊائيجسٽ اُن حوالي ڪيو. بهرحال، ان وچ ۾ مون کي اسلام آباد ۾ نوڪري ملي وئي ۽ 1973ع کان 1978ع تائين اتي رهيس.

مان رڪارڊ طور سنڌي ٻوليءَ جو قسم نامو جو مڪمل متن پيش ڪيان ٿو:

## سنڌي ٻوليءَ جي قسم نامي جو متن

"آءٌ خدا کي حاضر ناظر ڄاڻي چوان ٿو / ٿي تہ جيئن تہ آءٌ دنيا جي هر انساني ٻوليءَ کي، انسانن جي وچ ۾ ڳانڍاپي ۽ محبت پيدا ڪرڻ ۽ انهن کي وڌائڻ جو ذريعو ٿو سمجهان / ٿي سمجهان ۽ دنيا جي سڀني ٻولين کي انسان جي ترقيءَ ۽ ڀلائي جو ضامن ٿو سمجهان / ٿي سمجهان، انڪري آءٌ دنيا جي سڀني انساني ٻولين کي چاهيان ٿو / چاهيان ٿي. ڪنهن بہ انساني ٻوليءَ مان ڪوبہ ويرُ وروڌ، بغض يا دشمني نٿو رکان / نٿي رکان.

جيئن تہ آءٌ سنڌ وطن ۾ پيدا ٿيو آهيان / ٿي آهيان ۽ ان ۾ رهان ٿو / رهان ٿي، جنهن وطن جي ٻولي زماني جي ابتدا کان وٺي اڄ تائين سنڌي رهي آهي، تنهنڪري، منهنجي وطني ٻولي سنڌي آهي، جيڪا آءٌ ڳالهيان ٿو / ڳالهائان ٿي ۽ جنهن سان آءٌ دل و جان سان محبت ڪريان ٿو / ڪريان ٿي.

گذريل 25 سالن دوران سنڌ ۾ اهڙيون سياسي سماجي حالتون پيدا ڪيون ويون آهن، جن جي ڪري سنڌ ۾ سنڌي ٻوليءَ جو واهپو ۽ واڌارو رڪجي ويو آهي، ۽ هاڻي ڪجهہ عرصي کان تہ ماڳئين سنڌ ۾ رهندڙ ڪجهہ ماڻهن طرفان علي الاعلان سنڌي ٻوليءَ جي زبردست مخالفت ڪئي ويئي آهي ۽ ان جي خلاف نفرت جا وڏا مظاهرا ڪيا ويا آهن، جنهنڪري سنڌي ٻوليءَ جي وجود کي خطرو پيدا ٿي ويو آهي.

۽ جيئن تہ منهنجو هڪ وفادار پاڪستاني ۽ هڪ محب وطن سنڌيءَ جي حيثيت ۾ اهو فرض آهي تہ آءٌ سنڌ جي هن فطري ورثي، سنڌي ٻوليءَ جو بچاءُ ڪريان ۽ ان جي واڌاري ۽ واهپي لاءِ شعوري طور ڪوشش وٺان، تنهنڪري آءٌ پنهنجي وطن سنڌڙي ۽ ان جي مٺڙي ٻوليءَ جو قسم کڻي ٿو چوان / ٿي چوان تہ:

(1) آءٌ سنڌي ٻوليءَ کي پاڪستان ۾ پنهنجو جائز مقام وٺائي ڏيڻ لاءِ هر ڪنهن قسم جي ڪوشش وٺندو رهندس / وٺندي رهنديس، جيڪو جائز مقام اهو آهي تہ ان کي پاڪستان جي هڪ قومي ٻولي قرار ڏنو وڃي.

(2) جيتري قدر ممڪن ٿي سگهيو اوتري قدر آءٌ گهٽ ۾ گهٽ سنڌي ٻولي ڳالهائيندو لکندو ۽ پڙهندو رهندس / ڳالهائيندي لکندي پڙهندي رهنديس، ۽ ٻين کي بہ اهڙي ترغيب ڏيندو رهندس / ڏيندي رهنديس.

(3) جيتري قدر ممڪن ٿي سگهيو اوتري قدر آءٌ گهٽ ۾ گهٽا سنڌيءَ جا رسالا، ڪتاب ۽ اخبارون وٺندو رهندس / وٺندي رهنديس ۽ ٻين کي بہ اهڙي ترغيب ڏيندو رهندس / رهنديس.

(4) سنڌي ٻوليءَ ۾ ڇپيل مواد جي جيڪا اٿاٿ پيدا ٿيل آهي، ان کي ختم ڪرڻ خاطر ۽ سنڌي ادب جي واڌاري خاطر، آءٌ پنهنجي ماهوار آمدنيءَ جو گهٽ ۾ گهٽ اڌ سيڪڙو فقط سنڌي رسالن، ڪتابن ۽ اخبارن جي خريداريءَ تي يا انهن کي پنهنجي ڪاروبار جي اشتهارن ڏيڻ تي يا سنڌي ٻوليءَ ۾ ڪوبہ مواد پنهنجي سر ڇپائڻ تي خرچ ڪندو رهندس / رهنديس.

اڄ کان پوءِ آءٌ انهن مٿين ڳالهين تي شعوري طور (ارادتاً) عمل ڪندو رهندس / ڪندي رهنديس.

مون هي قسم، سنڌي ٻوليءَ جي الف ب جي پڙ ۾، هنن صفحن تي هٿ رکي کنيو آهي، ۽ انهن سيني ٻاونجاهہ سنڌي الف ب جي اکرن کي پاڻ تي شاهد بنائي کنيو آهي.

آءٌ وري بہ پنهنجي وطن سنڌڙي ۽ مٺڙي ٻولي سنڌيءَ جو قسم کڻي ٿو چوان / ٿي چوان تہ آءٌ مٿين سين ڳالهين تي، پنهنجي سڄي حياتيءَ ۾ عمل ڪندو رهندس / ڪندي رهنديس."

هن دستاويز ڇپجڻ کان پوءِ اسان کي ڪيترائي خط ملڻ لڳا، جن ۾ ماڻهن هن علمي تحريڪ بابت ڪيترائي سوال پڇڻ ڪيا. انڪري اسان لاءِ لازمي ٿي پيو تہ اسين انهن سينئي سوالن کان اڳيان رکي هڪ تفصيلي وضاحت ڪيون. اهڙي وضاحت اسان سيپٽمبر 1972ع واري مليبر ڊائيجسٽ ۾ شايع ڪئي هئي. انهيءَ جو متن انهي نيت سان هتي ٻيهر پيش ڪري رهيو آهيان تہ جيئن اسان جا نوجوان انهي ڳالهہ کي سمجهي سگهن تہ 1970ع واري جي ڍاڪي ۾ اسان جو پنهنجي ٻوليءَ ڏانهن ڪيڏو نہ سنجيده رويو هو.

## قسم نامي جي باري ۾ ضروري ڳالهين جو متن

(1) "اسان سنڌي ٻوليءَ جي بچاءَ ۽ واڌاري وارو جيڪو قسم نامو شايع ڪيو هو اهو سنڌ جي ڪنڊ ڪڙڇ ۾، جتي ڪٿي، وڏي جوش ۽ جذبي سان هٿو هٿ کنيو ويو ۽ جيڪي فارم موڪليا هئاسين، اهي سينئي پري اسان کي موڪليا. هيستائين اسان وٽ هزار کن اهڙا قسم ناما گڏ ٿي ويا آهن ۽ روزانو ڪيترا پيا ايندا رهن ٿا، جن کي اسان هڪ تاريخي دستاويز وانگر پاڻ وٽ محفوظ رکندا وڃون. اهو دستاويز سنڌي ٻوليءَ جي تاريخ ۾ وڏي اهميت وارو دستاويز ٿيندو. اسان کي يقين آهي تہ اهو آئيندي سنڌ ۾ ٻوليءَ جي بچاءَ جو وڏو معجزو ۽ حقيقت ثابت ٿيندو.

(2) اسان جو مقصد آهي تہ سنڌ جو هر پڙهيل ڳڙهيل ماڻهو اهو قسم کڻي تہ جيئن سنڌ ۾ سنڌي ٻوليءَ جي قيامت تائين ختم ٿيڻ جو ڪو امڪان ئي باقي نہ رهي، ۽ اها نيٺ هن (سنڌ جي) سرزمين جي ٻولي ٿي وڃي. انڪري سينئي باشعور ساٿين کي گذارش آهي تہ مهرباني ڪري اهو قسم نامو پاڻ بہ پرين ۽ ٻين بہ سينئي پڙهيل سنڌين کان ڀرائي موڪلين. اسين هر پرچي ۾ قسم نامو ۽ ان جا فارم ڇاپيندا رهنداسين.

(3) هن قسم نامي جي اهميت جو احساس رکندي، اسان انهن سينئي ساٿين جا نالا شايع بہ ڪريون پيا، جن اهو قسم کنيو آهي تہ جيئن اهي عظيم نالا، سنڌ جي تاريخ ۾ مستقل طور قائم ۽ دائم رهن. نالن

جي پهرين قسط ملير ڊائجيسٽ جي هن پرچي کان شروع ڪريون ٿا ۽ آئيندي هر پرچي ۾ به هڪ قسط ڏيندا رهنداسين.

(4) جيئن ته اهي نالا سون ۾ هزارن ۾ گڏ ٿيندا ويندا، ۽ اداري جي ڪمزور مالي حالتن جي ڪري اسان لاءِ اهو ممڪن نه ٿيندو ته اهي ملير جي مخصوص صفحن ۾ شايع ڪري سگهون، تنهنڪري اسين قسم نامو پريندڙن کي عرض ڪريون ٿا ته اهي مهرباني ڪري قسم نامي سان گڏ فقط چئين آني جون ٽڪليون اسان ڏي موڪليندا رهن ته جيئن اسان تي خرچ جو بار ڪجهه هلڪو ٿئي ۽ اسين اهڙي طرح ملير ڊائجيسٽ ۾ جيڪي به سندن نالا، جيترن به صفحن ۾ اچن، اوترا صفحا ملير جا وڌائي، انهن ۾ ڏيندا رهون. هن دفعي اسان فقط ٻن صفحن ۾ اهي نالا ڏنا آهن پر آئيندي گهٽ ۾ گهٽ هر مهيني ملير ڊائجيسٽ جي مقرر صفحن کان ڏهه صفحا وڌائي، انهن ۾ اهي (نالا) ڏيندا رهنداسين.

(5) هن قسم نامي ۾ جيڪو چوٿون نمبر فقرو آهي، اهو ئي دراصل ان قسم نامي جي جان آهي. جنهن مطابق هر هڪ قسم کڻندڙ کي اهو عهد ٿو ڪرڻو پوي ته هو هر ماه پنهنجي آمدني يا ڪمائيءَ مان گهٽ ۾ گهٽ اڌ سيڪڙو رقم سنڌي ٻوليءَ جي ڇپيل مواد لاءِ خرچ ڪندو رهندو. مثال طور، جيڪڏهن ڪنهن جي آمدني مهيني ۾ ٻه سؤ روپيا آهي ته هو گهٽ ۾ گهٽ ان مان هڪ رپيو سنڌي ٻوليءَ جي ڪتابن، رسالن، اخبارن وغيره تي يا ٻيءَ طرح ان جي واڌاري تي خرچ ڪندو رهندو. بظاهر اها ڪا ايتري گهڻي رقم ڪانهي، جيڪا هر هڪ کي سنڌي ٻوليءَ جي واڌاري لاءِ خرچ ڪرڻي پوي پر رڳو اها رقم سنڌ جو هر سنڌي دان، سنڌيءَ ٻوليءَ جي ڇپجندڙ مواد تي خرچ ڪندو رهي ته سڄي سنڌ ۾ سنڌي ٻوليءَ جي اخبارن، رسالن، ڪتابن جي باغ بهار ٿي ويندي. سنڌ ۾ سڀني لئبريرين، هوٽلن، آفيسن، گهرن، بڪ اسٽالن تي رڳو سنڌي ٻوليءَ جا پيل ڪتاب اخبارون رسالا نظر ايندا ـ ۽ پوءِ اسان جي ٻولي ٻين ٻولين تي غالب پئجي ويندي. اهڙيءَ طرح اها طاقت وڌائي ويندي ۽ نيٺ سڄي سنڌ تي پنهنجي حاڪميت تسليم ڪرائي ويندي.

اسان اها اڳ سيڪڙي واري حد انڪري رکي آهي جيئن عام ماڻهوءَ کي اها ڳري نہ لڳي. هونئن تہ اها حقيقت آهي تہ ڪير پنهنجي ماهوار آمدنيءَ مان پنج سيڪڙو رقم بہ سنڌي ٻوليءَ تي خرچ ڪري تہ ڪا وڏي ڳالهہ ڪانهي. مون تہ ڪتابن، رسالن ۽ اخبارن جا ڪيترا اهڙا شوقين بہ ڏٺا آهن، جيڪي هر مهيني ڏهہ سيڪڙي رقم تائين بہ پنهنجي ماهوار آمدنيءَ مان انهن تي خرچ ڪندا آهن. هو رڳو جيڪڏهن سنڌي اخبار وٺن تہ بہ هنن جا ساڍا ست رپيا هر مهيني ٻوليءَ تي خرچ ٿين ٿا. سو جيڪڏهن هنن اڳ سيڪڙي رقم جو قسم کنيو هوندو تہ ان حساب سان هنن جي آمدني مهيني ۾ 1500 سؤ رپيا هئڻ گهرجي، پر ائين ڪونهي. هنن جي آمدني 300 کان 500 رپين تائين هوندي آهي. ان حساب سان فقط هڪ سنڌي اخبار وٺڻ سان هو ٻوليءَ تي ڏيڍ کان بہ سيڪڙو خرچ ڪندا. عام طرح گهڻا سنڌي هڪ اخبار تہ روز وٺن ٿا. انهي ڳالهہ جي مد نظر اسان جي اها تجويز آهي تہ:

عام قسم نامي ۾ پلي اڳ سيڪڙي رقم جو شرط هجي پر جيڪڏهن ڪير ان کي پنج سيڪڙي تائين بہ ڪرڻ چاهي تہ پلي ڪري، ۽ اها ڳالهہ هو قسم نامي جي پويان مهرباني ڪري نوٽ ڪري. اسان اهڙن ساٿين جي نالن سان گڏ سندن اهو وڌايل سيڪڙو بہ ڇاڻائينداسين، مثال طور مسز.... عباسي حيدرآباد (هڪ سيڪڙو) .... مسٽر... عباسي حيدرآباد (ٻہ سيڪڙو) ... ۽ وغيره وغيره.

(6) جيئن تہ عام سنڌين جي اقتصادي حالت تمام گهڻي پوئتي پيل آهي. انهن ۾ فقط هڪ خاص طبقو آهي ـ وڏيرن، آفيسرن ۽ وڏن واپارين جو جيڪو پئسي وارو آهي، تنهنڪري جيڪڏهن هي قسم نامو رڳو اسان غريب ۽ وچولي طبقي جي ماڻهن کنيو تہ ان مان سنڌي ٻوليءَ جو ڪو خاطر خواہ واڌارو نہ ٿي سگهندو. انڪري اهو تمام ضروري آهي تہ سنڌ جو سچو شاهوڪار طبقو بہ هن مهم ۾ شريڪ ٿئي ۽ سنڌي ٻوليءَ جي بچاءَ ۽ واڌاري جو هي قسم کڻي ۽ اهو قسم نامون ڀري. انهن جي ماهوار آمدنيءَ جو اڳ سيڪڙو بہ ڪافي گهڻو ٿيندو

جنهن مان سنڌي ٻوليءَ جي وڏي ترقي ٿي سگهي ٿي. تنهنڪري منهنجي سنڌ جي سيني شاگردن، نوجوانن، اديبن، شاعرن ۽ سنڌي ٻوليءَ جي ٻين سڄڻن کي اها پر زور اپيل آهي ته اهي مهرباني ڪري پنهنجي تڪ جي اسيمبلي ميمبرن، زميندارن، آفيسرن، واپارين ۽ ٻين پئسن وارن ماڻهن کان اهو قسم ناموپڙهائي ۽ پرائي موڪلين. جيڪڏهن هي قسم ناموپڙهڻ کان پوءِ به هو قسم نامو نه پرين ته اهي ساڻي اسان کي سندن نالا ۽ ائڊريسون ڏياري موڪلين، جيئن اسين انهن کان خطن رستي اها تصديق ڪريون. تصديق کان پوءِ به جيڪڏهن هو اهو قسم کڻڻ لاءِ تيار نه ٿيا ته پوءِ هنن جا نالا اسان مليرڊائجيسٽ ۾ سنڌي عوام جي پڌرائي لاءِ شايع ڪنداسين ۽ اهڙن نالن جو به هڪڙو دستاويز ترتيب ڏينداسين، جنهن جو نالو رکنداسين ”ڪارن نالن وارو دستاويز.“ اهڙا ماڻهو بخشجڻ جي لائق هرگز ڪونهن، ڇاڪاڻ ته اهو پئسو جيڪو هو سنڌين جي رت ست مان گڏ ڪن ٿا، ان مان رڳو اڌ سيڪڙو به ماهوار هُو انهن جي ڀلائيءَ تي خرچ ڪرڻ لاءِ تيار ڪونهن. سنڌي ٻوليءَ جو بچاءُ ۽ واڌارو خود انهن جي به ڀلائي آهي، عام سنڌين جي به ڀلائي آهي ۽ سنڌ جي سر زمين جي به ڀلائي آهي.

(7) جيڪي به پئسي وارا ماڻهو اهي قسم ناما پريندا وڃن، انهن کي عرض آهي ته سنڌي ٻوليءَ جا ڪتاب، رسالا، اخبارون خريد ڪرڻ کان سواءِ جيڪڏهن اڌ سيڪڙي جي رقم مان اڃا به وٽن پئسا هر مهيني بچندا رهن ته هو انهن پئسن مان، جيڪڏهن پاڻ لکي سگهن ٿا ته اهي پنهنجا ئي لکيل سنڌي ٻوليءَ جا ڪتاب ڇپارائيندا ۽ شايع ڪندا رهن. پر جيڪڏهن ائين نٿا ڪري سگهن ته سندن تر جا جيڪي به پراڻا شاعر، اديب ۽ نوان لکندڙ آهن، انهن جي لکڻين کي پنهنجن پئسن مان ڇپارائيندا رهن. سنڌ ۾ سوين اهڙا اديب، شاعر ۽ نوان لکندڙ آهن، جن جا فنپارا پئسن نه هئڻ سبب ڇپجي نٿا سگهجن ۽ وڏين وڏين صلاحيتن وارا لکندڙ گمناميءَ جي زندگي گذاري رهيا آهن. اهي پئسي وارا ماڻهو جيڪڏهن چاهين ته پنهنجي

تن جي انهن اديبن، شاعرن ۽ نون لکندڙن جي همت افزائي بہ ڪري سگهن ٿا. ان ڳالهہ ۾ سندن بہ عزت آهي. جيئن سرويچ سجاولي جيڪو جيتوڻيڪ سنڌ جو هڪ مشهور شاعر آهي پر ڇاڪاڻ تہ هو غريب آهي ۽ پنهنجي شاعري ڇپائي نٿي سگهيو تنهنڪري سنڌ جو عام ماڻهو هن جي شاعريءَ کان محروم رهيو. پر هاڻ جڏهن انهيءَ تر جي هڪڙي اسيمبلي ميمبر ۽ زميندار سيد بشير احمد شاهہ پنهنجي طرفان خرچ ڪري سندس هڪڙو ديوان "آليون اکيون ۽ اڻيا وار" جي نالي سان شايع ڪرايو آهي - تہ نہ فقط سرويچ جي شاعري عام ماڻهو جي هٿن تائين پهتي آهي، پر سنڌي ٻوليءَ جو بہ واڌارو ٿيو آهي ۽ ساڳي وقت شاهہ صاحب، جنهن اهو خرچ پريو، تنهن لاءِ تر جي ماڻهن ۽ سنڌ جي ماڻهن جي دلين ۾ وڏيڪ عزت ۽ محبت پيدا ٿي آهي. اوهان کي ٻڌي تعجب ٿيندو تہ هو صاحب پراڻو پنجابي ۽ نئون سنڌي آهي، پر تنهن هوندي بہ هن کي سنڌي ٻوليءَ جي واڌاري لاءِ پنهنجن گهڻن ئي اصلي سنڌي ميمبرن کان وڌيڪ احساس آهي.

هن سلسلي ۾ منهنجي، سنڌ جي سچي نوجوان نسل کي گذارش آهي تہ اهي مهرباني ڪري پنهنجي پنهنجي تر جي سيني سرنديءَ وارن کان اهو قسم نامو ضرور پرائين ۽ اهو بہ ڏسن تہ هر مهيني اهي پنهنجي ماهوار آمدنيءَ مان اها قسم ڪنيل رقم ٻوليءَ جي واڌاري لاءِ خرچ بہ ڪن ٿا يا نہ. پاڻ خرچ نہ ڪري سگهندا هجن تہ نئين نسل جا اهي نوجوان هر ڳوٺ ۽ هر شهر مان اها رقم هر مهيني انهن سرنديءَ وارن ماڻهن کان وٺي، پاڻ وٽ گڏ ڪري، اتي جي اديبن، شاعرن ۽ نون لکندڙن جون تخليقون ڇپارائيندا رهن. سنڌي ٻولي جي بچاءَ ۽ واڌاري جون ڳوٺ ڳوٺ ۽ شهر شهر ۾ تنظيمون ناهين. انهن نوجوانن کي ياد رکڻ گهرجي تہ جيستائين هو سنڌي ٻوليءَ جي بچاءَ ۽ واڌاري لاءِ پاڻ ميدانِ عمل ۾ نہ ايندا، تيستائين سنڌي ٻوليءَ جي ڪابہ ڀلائي ڪونہ ٿيندي، ان جو مستقبل بہ تاريڪ ٿي ويندو تنهنڪري دوستو ساٿيو ڀائرو ڀينرو اچو تہ هن وقت پنهنجي روايتي سستيءَ کي ڇڏي اُٿون. پنهنجن پنهنجن ڳوٺن ۽ شهرن ۾ سنڌي ٻوليءَ جي بچاءَ ۽ واڌاري لاءِ تنظيمون ناهيون. هي قسم نامو سيني عام ۽

خاص ماڻهن کان پڙايون، ۽ پوءِ انهن ئي پئسن مان پنهنجا يا پنهنجي تز جي شاعرن ۽ اديبن جا ڪتاب، رسالا ڇپارايون. اهڙي طرح سنڌي ٻوليءَ کي ڪسمپرسيءَ جي حالت مان ڪڍون ۽ ان کي سنڌ جي سرزمين تي پنهنجي وچايل حاڪميت وثائي ڏيون. ان سان گڏ پنهنجي ئي سرزمين تي پنهنجي وچايل ملڪيت ٻه حاصل ڪريون.

(7) قسم نامي جو فارم ڪتاب ۾ هڪ هنڌ ڇاپيو ويو آهي. ان جهڙا فارم هٿ سان به لکي سگهجن ٿا. جيڪي ساٿي اڌ سيڪڙي کان به وڌيڪ رقم پنهنجي ماهوار آمدنيءَ مان سنڌي ٻوليءَ تي خرچ ڪرڻ چاهين، انهن کان قسم نامي جي پوئين پاسي اهو وڌيڪ سيڪڙو لکايو وڃي.

(8) سنڌ جي سيني اخبارن، رسالن ۽ ڪتابن ڪيڻ وارن کي گذارش آهي ته هو به اهو قسم نامو ۽ ان جا فارم پاڻ وٽ پنهنجن اخبارن، رسالن ۽ ڪتابن ۾ ڇاپيندا رهن ته جيئن ان جي تمام گهڻي تشهير ٿئي ۽ اها هڪ قومي مهم بنجي وڃي. ان لاءِ اسان جو حوالو ڏيڻ نه چاهين ته نه ڏين ۽ قسم نامي جا ڀريل فارم اسان کي موڪلڻ نه چاهين ته نه موڪلين، پاڻ وٽ ئي محفوظ ڪندا وڃن. موڪليندڙن جا نالا پاڻ ئي پنهنجي سر ڇاپيندا رهن. مقصد اسان جو ۽ هنن جو اهو ئي هجي ته سنڌي ٻولي جيئي جيئي، سدا جيئي — سدا جيئي — سدا جيئي.“

سونن نالن واري دستاويز تي ڀهريون صحيح ڪندڙ مان يعني عبدالغفور ميمڻ ۽ ٻيو صحيح ڪندڙ پناهه جگر سنڌي ۽ ٽين اسان جي ساٿياڻي نسيم سنڌي هئي. اسان ٽنهي جو واسطو ملير ڊائيجسٽ سان هيو. سونن نالن وارو دستاويز جو سلسلو اسان ملير ڊائيجسٽ ۾ آگسٽ 1972ع کان شروع ڪيو هو ۽ سيپٽمبر 1972ع واري ملير ڊائيجسٽ ۾ سڀ کان ڀهريان ڀهتل نالن جي فهرست جاري ڪئي هئي.

هن قسم نامي تي پڙهندڙ مان ڀهرين صحيح ڪندڙ مرد عزيز احمد ”اثيم“، (نيو سعيد آباد) ۽ عورتن مان ڀهرين صحيح ڪندڙ مسز مختيار رشيد ابڙو (هالا) هئي.

هي قسم ناما سنڌ جي مختلف شهرن مان ڀرجي ايندا هئا ۽ اسين انهن کي ملير ڊائيجسٽ جي مختلف شمارن ۾ شايع ڪندا هئاسين. پر هتي جڏهن مان اهي

نالا پيش ڪري رهيو آهيان ته مون مختلف شمارن ۾ شايع ٿيندڙ نالن کي انهن جي شهرن جي عنوان هيٺ ترتيب ڏنو آهي، جن سيني کي هتي وري پيهر پيش ڪجي ٿو.

هي سلسلو آگسٽ 1972ع کان نومبر، 1973ع تائين هليو. پر مون کي 2 آگسٽ 1973ع تي رات جو ستين وڳي، مارئي هائوس تان ڊي.پي. آر تحت گرفتار ڪيو ويو. جنهن کان پوءِ ملير ڊائيجسٽ تي پابندي مڙهي، ان کي بند ڪيو ويو، جنهن ڪري پوءِ اها قلمي تحريڪ ماٺي ٿي وئي.

## سون ورنا نالا

### ضلعو حيدرآباد

مير احمد علي بلوچ (نوبت مري)، مس حميده نور ميمڻ (هالا نوان)، شوڪت علي ميمڻ (ٽنڊو محمد خان)، ڪرشن ڪمار ”بيوس“ (ٽنڊو محمد خان)، تانور داس مهاراج (ڏيئي)، علي غلام پيٽي (ٽنڊو جام)، نذير احمد ميمڻ (مٽياري)، شوڪت علي ميمڻ (مٽياري)، آئي. بي زاهد ڪلهوڙو (لطيف آباد)، حاجي شنهمير خان راهو (پنج مورو)، ڪريم بخش چانڊيو (نيو سعيد آباد)، عابده قريشي (لطيف آباد)، غلام رضا خواجه (تلهار)، حاجي سومرو (بدين)، محمد بخش ميمڻ (تلهار)، محمد اسماعيل پنو (ابوبڪر مورو جا لڳ اڏيرو لعل)، محمد رمضان محمدي (نيو سعيد آباد)، لوهار مير محمد ساگر سنڌي (ڏندو)، نبي بخش ڪلهوڙو (تلهار)، ولي محمد حسين (ماتلي)، تسنيم عاربي (ٽنڊو ولي محمد)، عبدالمجيد سرهيو (هالا نوان ـ 50 سيڪڙو)، عبدالغفور ميمڻ (ٽنڊوالهيار)، م.الف انور شاهاڻي (ٽنڊو جام ـ 3 سيڪڙو)، خواجه لياقت علي ناز (تلهار)، محمد موسيٰ پيلوي (ڪورواهه)، ذوالفقار علي خواجه (تلهار)، مظهرالدين زنگي (وحدت ڪالوني)، محمد جمن قنبلاڻي (نيو سعيد آباد)، فريد چانڊيو صوفي (تلهار)، غ.ف جتوئي، حسن بانو جتوئي (حيدرآباد)، سيد علي اڪبر شاهه (حيدرآباد)، سيتلداس ڦلواڻي (ٽنڊو باگو)، علي اڪبر چانڊيو (ٽنڊو جام)، رياض سلطانه سحر ميمڻ (ٽنڊوالهيار)، ڊاڪٽر زاهده ميمڻ (حيدرآباد)، عبدالعظيم چانگ (تلهار)، سليم پرويز ميمڻ (هالا)، سرفراز حسن

سنڌي (تلهار)، بلبل ڪورواهي (ڪورواهه)، نور محمد ڪاڪيپوٽو (ٽنڊوالهيار)، محمد اڪبر نظاماڻي (ملڻ)، علي احمد آزاد ڪنيار (چمبڙ)، ممتاز علي درس (نصرپور)، فيروز حسين ميمڻ (ٽنڊوالهيار)، محمد حسن ميمڻ (شاهپور)، محمد رمضان محمدي (نيو سعيد آباد)، خواجه ديدار علي (حيدرآباد)، احمد علي عاجز ميمڻ (ٽنڊو ڄام)، نظير احمد ميمڻ (ٽنڊوالهيار)، اختر نواز ميمڻ (ٽنڊوالهيار)، عبدالجبار ميمڻ (ٽنڊو ڄام)، محمد صديق (ٽنڊو ڄام)، غلام محمد قاضي (مٽياري)، ڊاڪٽر روشن الدين حاتم (مٽياري)، سڪندر علي سومرو (حيدرآباد)، خير محمد شاهه (پيرو لاشاري)، غلام محمد ٽيپو (عمر سانڌ)، انيس احمد ميمڻ (حيدرآباد)، نورالحق سنڌي (تلهار)، گوهر سلطانه (لطيف آباد 6)، قمر سلطانه (لطيف آباد 6)، نجمه سميجو (لطيف آباد 6)، محمد سليم سومرو (بدين)، عبدالحڪيم مجاهد (ڪورواهه)، غلام احمد بيدم (تلهار)، محمد هارون ميمڻ سنڌي (تلهار)، غلام محمد (حيدرآباد)، مس شمس النساءِ سيد (پوليس لائين حيدرآباد)، دلدار حسين شاهه (ٽنڊو محمد خان)، نظام الدين جتوئي (حيدرآباد)، خيرالنساءِ سمان (هيرآباد)، علي جان جمالي (ٽنڊو باگو)، علي محمد انيس ميمڻ (ٽنڊو محمد خان)، گل حسن ملاح (ٽنڊو محمد خان)، روشن ٻهراڻي (ٽنڊو محمد خان)، رضيه خواجه (ٽنڊو محمد خان)، قطب الدين شيخ (ٽنڊو ڄام)، نظر محمد سنگراسي (ٽنڊو ڄام)، مصري خان مخمور (ٽنڊو محمد خان)، حاجي سائين بخش (ٽنڊو محمد خان)، قيمت راءِ سنڌي (ٽنڊو محمد خان)، آسودو مل پريمي (ٽنڊو محمد خان)، اقبال احمد (لطيف آباد)، ظهور احمد ميمڻ (حيدرآباد)، فتح علي پناهه (نيو سعيد آباد)، موهن مل سوٽار پنڊائي (پيڍو)، ريوومل سوٽار (ٽنڊو حيدر)، ڪيول رام ڊي سوٽار پينڊائي (پينڍو)، پڳڙو مل سوٽار پينڊائي (پينڍو)، سنڌي جميل احمد ٽنيو (لطيف آباد)، عبدالوهاب پٽي (حيدرآباد)، معشوق علي ڏيرو (حيدرآباد)، محمد علي درس (حيدرآباد)، آفتاب علي درس (حيدرآباد)، ظفرالحق ڪيڙو (حيدرآباد)، ذوالفقار علي پٽي (حيدرآباد)، راجا صوفي (لطيف آباد)، الهچايو پنهور (هالا نوان)، خليل الرحمان صديقاڻي (لطيف آباد)، شفيق الرحمان صديقاڻي (لطيف آباد)، نور محمد شاهه (بدين)، الهچايو "عاجز" (بدين)، نواز علي جتوئي (تلهار)، ناهيد اختر (حيدرآباد)، غلام نبي سومرو (هيرآباد)، شوڪت پرويز شاهه (لطيف آباد)،

غلام علي شاهہ پاشا (لطيف آباد)، نسرين نشي (لطيف آباد)، مخدوم شفيق الزمان (هالا نوان)، سرفراز ميمڻ (ٽنڊوالهيار)، آمنہ ڪوسو (تلهار)، الهجڙيو جاڙيجو (هوسڙي)، محمد اسلم درس (هوسڙي)، عطا محمد شورو (هوسڙي)، غلام مصطفيٰ شورو (هوسڙي)، عبدالجبار شورو (هوسڙي)، بشير احمد شورو (هوسڙي)، محمد بخش شورو (هوسڙي)، محمد اسماعيل شورو (هوسڙي)، خداڏنو شورو (حيدرآباد)، شريف احمد ميمڻ (ٽنڊو محمد خان)، محمد صديق "بيوس" سومرو (بدين)، محمد صالح جتوئي (بدين)، غلام محمد (تلهار)، خواجہ مظهر علي ناز (تلهار)، خواجہ نثار علي اُداسي (تلهار)، خواجہ زاهد حسين "زاهد" (تلهار)، عبدالرئوف ڪاڻياواڙي (تلهار)، خواجہ افروز علي (تلهار)، خواجہ آفتاب علي (تلهار)، عبداللطيف ساقي (هالا نوان)، علي محمد سومرو (ٽنڊو باگو)، محمد حسين سومرو (ٽنڊو باگو)، خدابخش خاصخيلي (شاهہ ڪريم)، ذڪيہ ناز (ٽنڊو محمد خان)، مير حسن جتوئي (تلهار)، شاه علي خان چانڊيو (پيرو لاشاري)، منير احمد سومرو (بدين) عبدالله ٽالپر (ڳوٺ حاجي ميوو خان) محمد اڪرم ٽالپر (ڳوٺ حاجي ميوو خان)، شاه بيگ رند بلوچ (ماتلي)، ولي محمد اين . بي چانگ (بدين)، الله بخش ميندڙو (بدين)، نثار احمد (ٽنڊو محمد خان)، محمد اسحاق (حيدرآباد)، علي حسن هڪڙو (ڳوٺ محمد جعفر هڪڙو)، عبدالخالق (ڳوٺ محمد جعفر هڪڙو)، عبدالواحد (ڳوٺ محمد جعفر هڪڙو) عبدالمجيد (ڳوٺ محمد جعفر هڪڙو)، عبدالواحد (ڳوٺ محمد جعفر هڪڙو)، محمد هاشم (ڳوٺ حاجي سارنگ هڪڙو)، محمد حسن (ڳوٺ محمد جعفر هڪڙو)، عبدالقادر جيلاني (ڳوٺ محمد جعفر هڪڙو)، شاڪر حسين سرهيو هالائي (حيدرآباد)، عبدالرحمان ميمڻ (بدين)، قمرالنساءِ ميمڻ (حيدرآباد)، اُم ڪلثوم ميمڻ (هالا نوان)، غلام رسول ڪنير (چمبڙ)، محمد علي عادل (چمبڙ)، مشتاق احمد راهو (شهمير راهو)، مس ثريا "سوز" سنڌي، سليم رضا بيلوي (ڪور واهہ)، عبدالرحمان ڪنير (ڪور واهہ)، بچل شاهہ (ڪور واهہ)، محمد خان "ناز" لوهار (ڪور واهہ)، تاج محمد مخدوم (ڪور واهہ)، عبدالحميد سومرو (ڳوٺ رحيم ڏنو سومرو)، ممتاز علي سميجو (ترائي)، محمد اشرف شورو (باغواه)، نذير حسين لنڊ بلوچ (بدين)، عبدالخالق مستوئي (ٽنڊو الهيار)، غلام سرور مستوئي (ٽنڊوالهيار)، نظير احمد عباسي (سول لائين، حيدرآباد)، شاهد

احمد شيخ "ناز" (حيدرآباد)، محمد اقبال بلوچ (ڳوٺ خير محمد جروار)، خورشيد فقير جو پيڙ (حيدرآباد)، بشير احمد جمالي (تلهار)، امتياز عالم جوٽيجو (ٽنڊوالهيار)، عذرا "ناز" جوٽيجو (ٽنڊوالهيار)، پنهون خان پياسي (بدين)، عبدالواحد کٽي (بدين)، ابوذر "پناڻي" (بدين)، محمد عثمان ساحل (بدين)، محمد مٺل درس (ڳوٺ باغواه)، ملڪ محمد (غلام شاهه موري)، منظور احمد (غلام شاهه موري)، محمد اسلم (غلام شاهه موري)، ايم.ايم بلوچ (غلام شاهه موري)، احمد علي دائود پوٽو (نصرپور)، مڪڙمار سهتو (ڳوٺ سلطان سهتو)، شمس نظاماڻي (گهلپور)، نوشين شاهه (لطيف آباد 2)، سيد حبيب الله شاهه (لطيف آباد 2)، شرف علي شاهه (لطيف آباد 2)، نويد قمر (لطيف آباد 2)، نور محمدميمڻ (تلهار)، پرمانند ڊي پياسي (ڏيئي)، محمد صالح چانڊيو (ماتلي)، اختر بانو (ڄامشورو)، زاهده ميمڻ (ڄامشورو)، جميل احمد ٽنيو (لطيف آباد)، نور محمد چنا (ڳوٺ خان صاحب)، ڪلثوم صديقي (ڄامشورو)، سعيده فاضلاڻي (ڄامشورو)، اقبال بيگم (ڄامشورو)، خالده اديب قريشي (ڄامشورو)، عبدالرئوف ميمڻ (بدين)، فيض محمد چنا (ڳوٺ خان صاحب)، محمد بخش ڳاهو (حيدرآباد)، محمد اسلم ڳاهو (حيدرآباد)، جاويد (حيدرآباد)، گل محمد ڳاهو (حيدرآباد)، نورالدين بلوچ (حيدرآباد)، رحيم ڏنو بلوچ (حيدرآباد)، محمد ايوب خاصخيلي (حيدرآباد)، لکي بلوچ (حيدرآباد)، عبدالحميد ٽالپر (پيرو لاشاري)، رسول بخش، عبدالرسول ٽالپر (پيرو لاشاري)، هوسڙي جا خاصخيلي: محمد لقمان، نور احمد، علي احمد، حاجي مهر علي، محمد عمر، عاشق علي، تاجن، بشير، شوڪت علي، علي ڏنو محمد عزيز اعجاز احمد، نظير احمد، مشتاق احمد، محمد عثمان، مجيد، حسن، ميرو بابو حاجي گل حسن، حاجي محمد، نانا ملوڪ، اقبال احمد، حاجي عالم.

بخشو ڳاهو (موري منگر)، عبدالجبار قاضي، (بدين)، راڻي غلام فاطمه (حيدرآباد)، شاهين رسول (حيدرآباد)، سيد سائين ڏنو شاهه (حيدرآباد)، جميل شاهه (حيدرآباد)، شوڪت علي هاليپوٽو (حيدرآباد)، گل محمد، محمد اسماعيل شاهه (حيدرآباد)، ولي محمد شاهه (حيدرآباد)، وزير علي خادم (حيدرآباد)، حبيب خان، محموده ناز سومرو، ڳوٺ چتو ماندراڻي مان: احمد خان "احمد"، محمد عرس ٽالپر، عبدالله ٽالپر، خدابخش بهراڻي، محمد رمضان

